**Roshni Book No.483**

ڪتاب جو نالو: راج گهاٽ تي چنڊ

شاعر: شيخ اياز

ڇاپو چوٿون: © روشني 2009ع

ڪمپوزنگ: رفيق حسين ڪولاچي

روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.

پيسٽنگ: سهيل سلام پتو

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

**قيمت: -/250 رپيا**

# RAJ GHAT TE CHAND

(POETRY)

by: **Shaikh Ayaz**

Composed by: Rafique Hussain Kolachi
Roshni Composers & Printers Hyder Chowk, Hyderabad
Printed: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
Fourth Edition © Roshni 2009

# فھرست

## گيت ۽ غزل

## نظم

# مهاڳ

اسان جي پياري دوست، شيخ اياز جي شعر جو هيءُ تيرهون مجموعو آهي، جو پيش ٿي رهيو آهي. لڳ ڀڳ ست سال اڳ 1980ع ۾، اياز جو ڇهون مجموعو ”لڙيو سج لڪن ۾“، شايع ٿيو جنهن ۾ ناشر طرفان ٻڌايل هو ته ”شاعر شيخ اياز 1975ع جي شروع کان.... خاموش رهيو“، ڇو ته فارسي شاعر ابوالفيض فيضيءَ جي بقول، اُن دور ۾ اياز جي چڙ اها ڪيفيت هئي، جو:

باز گشتم از سخن زيراڪ نيست
در سخن معني و در معني سخن۔

يعني، ”شعر چوڻ کان باز آيل آهيون، ڇو ته نه شعر ۾ معنيٰ رهي هئي ۽ نه معنيٰ ۾ شعر.“

اياز جي اُن ڪيفيت جو اشارو هُن جي اُن مجموعي جي نالي مان ئي پڌرو هو جيڪو لطيف جي ساڳيءَ ڪنهن اهڙيءَ ڪيفيت جي ترجماني ڪندڙ خود لطيف جي بيت مان هُن ڪنيو هو:

’لڙيو سجَ لَڪن ۾‘ راسيون رتائين،
مون کي مارياٰئين، اديون اونداهي ڪريٰ!

اياز جي اُن شعري مجموعي کي شاعر جي ”انتهائي نراسائيءَ جو ترجمان“ چوندي، ناشر کي اُن مان نراسائيءَ کان وڌ شاعر جي ”ناخوشيءَ يا ناراضپي“ جي ڪيفيت محسوس ٿي هئي- ”ناخوشي يا ناراضپو شديد کان شديد. ايترو شديد. جو اُن کان وڌ ڪنهن وصال جي تانگهه، ڪنهن تبديل جو اُمنگ ۽ اُن وصال يا اُن تبديلي لاءِ وڌيڪ بيءَ ڪنهن تيز آس جو اظهار شايد ئي ڪو ٿي سگهيو ٿي.“

اڄ، 1980ع کان پوءِ، بلڪ 1982ع ۾ ”پتڻ تو پُور ڪري“ جي اشاعت کان 1987ع جي سندس هِن تازي شعري مجموعي ”راڄ- گهاٽ تي چنڊ“ تائين، پنجن سالن ۾ اياز جي ستن شعري مجموعن جي تخليق ۽ اشاعت[*] مان پڌرو آهي ته اياز جي اُها ڪيفيت ڪنهن شڪست قبولڻ ۽

---

[*] ”پتڻ تو پُور ڪري“ (1982ع) ”ٽُڪرا ٽُنل صليب جا (1984ع) ”پَنَ ڇڻَ کان پوءِ“ (1985ع). ”چنڊ چنبيلي ول“ (1985ع). ”رڻ تي رم جهم“ (1986ع) ”ڀڳت سنگهه کي ڦاسي“ (1986ع). ”راڄ گهاٽ تي چنڊ“ (1987ع)

فراريت ۾ پناهه ونڻ واري ذهن جي ڪانه هئي، پر راهه ۾ لهندڙ سج ۽ رات جي اونده تي ويڻ تي "سسئيءَ" جي ناراضپي، ڏک ۽ ڪاوڙ جي ڪيفيت هئي، جن منزل ڏانهن هُن جي پنڌ ۾ رڪاوٽ تي وڌي. اياز پنهنجي اُن ڪتاب کي "ماضيءَ ۽ مستقبل" ڏانهن منسوب ڪيو هو. 'حال ڏانهن' يا 'حال ڏانهن به' نه: اُن مان به اياز جي اهڙي ئي پنهنجي 'حال' کان بيزاريءَ ۽ ڪاوڙ جي ڪيفيت جو اظهار ٿيو ٿي ۽ نه سندس هار کائي ڪنهن ڪنڊ پاسي ويهڻ يا ڪٿي پڇي پاڻ محفوظ ڪرڻ جو.

وقت جو ڪرشمو واقعي به هڪ طرح، اهڙيءَ نوعيت جو لڳي ٿو جڻ 'حال' آهي ئي نه. رڳو 'ماضي' آهي ۽ 'مستقبل' آهي، ۽ ماڻهو 'حال' جو هر پَلُ 'مستقبل' جي پَلَ لاءِ پيو گهاري. ان معنيٰ ۾ ماڻهوءَ لاءِ آس ۽ نراس، خوشيءَ ۽ ڪاوڙ شڪست ۽ فتح جي به ڪا ڳالهه ڪانه تي اُتي. هڪ لاڳيتي مجبوري هئي جنهن ۾ ماڻهو ڦهندو تي رهيو. پر هيءُ جو لطيف چيو ته "ڪِني 'ماضي' مَنَ ۾، ڪِني 'استقبال/ حيفُ تِني جو حالُ، جن وساريو 'حال' کي!"- ان جي معنيٰ ڇا؟ اِن مان ته ائين تي لڳو جڻ 'ماضيءَ' ۽ 'مستقبل' جي ڳالهه ڪانه هئي، رڳو 'حال' هو- ۽ 'حال' ۾ ئي ماڻهو لڳاتار لوڙيندو تي رهيو!! برابر هيءُ وقت جي ڏارا، هيءُ وقت جو اَجهل سيلاب- کهڙيءَ به طرح اُن تي نظر رکجي- ان جي آڏو ماڻهو پاڻ کي مجبور ئي ڏسي ٿو. پر حقيقت ۾، اُن اٽل مجبوريءَ ۾ به 'جيئڻ' جي ضرورت آهي، جا ماڻهوءَ کي ارادو ڏئي ٿي- ارادو آزاديءَ سان ۽ رڪاوٽن کان آجي جيئڻ جو پنهنجي مرضيءَ سان جيئڻ جو- هيڪل توڙي گڏجي، پر جيئڻ جو ۽ جيئڻ کي ماڻڻ جو. ائين ارادي سان روشن 'حال' جو رستو جڏهن، هلندي هلندي، لَڪن ۾ سجّ لهي ويڻ سبب، اونداهجي به ٿو ته ماضيءَ جو تجربو ۽ ڏور 'جبل مٿي باهڙي'- مستقبل جو سدا چمڪندڙ پرانهون اُهو نشان- ئي فردن توڙي قومن ۾ آڻ مڃڻ ۽ جيئڻ تان هٿ ڪڻڻ بدران، بهتر ۽ خوشتر جيئڻ جو جيئڻ جي جس ڪٿڻ جو اُمنگ ۽ ارادو تازو رکن ٿا.

وقت ۽ زندگيءَ جي جبر ۽ اختيار جو هيءُ وستار ائين ۽ ان ئي منطق سان جاري رهندو آيو آهي.

۽ ٻولي ۽ ادبُ، وقت جي مقابلي ۾، قومن جي انهيءَ جيئڻ ۽ جيئڻ جي ماڻڻ جي امنگ ۽ ارادي جا امانتدار تربيت ڪندڙ ۽، مسلسل روايت طور، اُن امنگ ۽ ارادي کي نسل کان نسل تائين رسائڻ جا ثابت ۽ اڻ- ڳُس وسيلا پئي رهيا آهن. ان مان قومن ۽ انهن جي بامراد زندگين کي اٽوٽ سلسلو ملي ٿو. ٻولي ۽ ادب جنهن لاءِ تسبيح جي ڌاڳي جو ڪم ڏين ٿا.

ٻولي ۽ ادب جي اِها حيثيت ۽ اِهو ڪارج تاريخي طور عام مڃيل آهي. اوائلي مذهبي برادرين (جيڪي جديد قومن جي وجودجڻ جون پهريون جماعت بنديون ليکجن ٿيون) جي ٻولين جي سلسلي ۾، مثلاً اُنهن جون مقدس ٻوليون: سنسڪرت، هيبريو آوستا، پالي، يوناني / لاطيني ۽ عربي وغيره. انهن کان پوءِ يا اُنهن سان شامل ۽ همعصر ملوڪيتي يا بادشاهي نظامن جي سلسلي ۾، جڏهن علائقائي حد بنديون ۽ علائقائي ٻولين هر هنڌ اُنهن مذهبي برادرين ۽ سندن مقدس زبانن جي جاءِ ورتي ۽ اُهي لکيت ۾ اچڻ ۽ ماڻهن جون ادبي ۽ علمي ٻولين بڻجڻ شروع ٿيون؛ ۽ سڀ کان وڌيڪ، جديد قومي جمهوري نظامن جي سلسلي ۾، جڏهن قومي رياستون وجود ۾ آيون ۽ اُنهن جون قومي ٻوليون پنهنجي سڄي فڪري ۽ تخليقي معجزي سان قومن جي سڃاڻپ جا بنيادي نشان بڻجي پيون، جيئن اڄ اُهي آهن.

قومي زندگيءَ ۾ قومي ٻوليءَ جي اِن اهميت ۽ اِن ڪارج جي ڳالهه ڪندي، تاريخ ۽ سماجيات جي هڪ عالم چيو آهي تہ "جيئن محبوب جي ڏسڻ لاءِ عاشق جي اک آهي، هُن جي پنهنجي اک، اصلي اک، تيئن محب وطن لاءِ ٻولي آهي- سڄيءَ هُن جي قوم جي تاريخ کان هُن کي مليل، هن جي پنهنجي اصلي ٻولي، مادري ٻولي. اُن پنهنجيءَ ٻوليءَ وسيلي، جا هو ڄمڻ سان ٻڌي ٿو ماءُ جي هنج ۾ سکي ٿو ۽ قبر تائين ساڻ نئي ٿو هو گذريل وقت ياد ڪري ٿو سهيوگي سنگتَ ۽ رفاقتون خيال ۾ آڻي ٿو ۽ پنهنجا هو آئيندي جي وقتن جا خواب لهي ٿو."

ٻوليءَ ۽ ادب جي اِها زندگي بخش روح افزائي ۽ اِها اُنهن جي مسيحائي هر محب وطن فرد ۽ خاص طور محبِ وطن قومي شاعرن ۽ اديبن جي واسطي سان قوم لاءِ سدا موجود، سدا زندهہ ۽ تر و تابنده رهي ٿي. سنڌي ٻولي ۽ اُن جو ادب بہ اِنهيءَ طرح سنڌي قوم جي پنهنجي جيئڻ ۽ جيئڻ جي ماڻڻ جي اِرادي جدوجهد جي تاريخ جا محفوظ طومار يا رڪارڊ آهن. ۽ ائين ئي، خاص طور جديد قومي سنڌي ادب لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ اُهو سڄي جو سڄو اجوڪي دور جو مخصوصن 1947ع جي تقسيم برصغير ۽ اُن جي نتيجي ۾ سنڌ جي قومي ورهاڱي ۽ سنڌي قوم کي جنهن سياسي ۽ سماجي صورتحال سان دوچار ٿيڻو پيو اُن جو اُهو شعوري ردعمل ۽ پورو ۽ سڄو تفصيل آهي.

مون پنهنجي ڪتاب "شاهہ- سچل- ساميءَ" (1978ع) ۾ ارسطوءَ جو قول نقل ڪيو هو تہ "شاعري فلسفي کان وڌيڪ فڪر انگيز ۽ تاريخ کان وڌيڪ سبق آموز ٿئي ٿي." ۽ چيو هو تہ اها حقيقت ان طرح هئي، جو شاعريءَ مجموعي طور انساني فطرت ۾ زياده اونهو ڏنو ٿي- اُن جي خصوصيت بلڪ اُن

جي عظمت جو دليل ٿي اهو هو تہ اُن اندر جي اسرار جي، ڳالهہ جي اصل جي، 'اکرن' جي نہ پر 'روح' جي صورتگري ڪئي ٿي: ۽ بيو تہ اُن پنهنجي دور تي، ۽ ان جي ماڻهن تي وڌيڪ حساس روشني وڌي ٿي ۽ انهيءَ ڪري اُنهن سان زياده يڪدل ٿي اُنهن کي وڌيڪ چٽو ۽ صحيح سمجهيو ٿي. اِئين عظيم شاعريءَ جي توصيف ڪندي، مون وڌيڪ لکيو هو تہ اُن ۾ وقت جي حقيقتن جو سچو ۽ پورو عڪس موجود هجي ٿو ۽ اُن خيال کان اُن تاريخ جي جهلڪ موجود هوندي آهي: ۽ ساڳئي وقت ان ۾ حقيقتن جو تعبير بہ موجود هوندو آهي، ۽ اُن لحاظ کان اُن ۾ فلسفي يا حڪمت جي بہ جهلڪ هوندي آهي.

جڳ مشهور ادبي نقاد ٽي. ايس. اِليٽ جو چوڻ آهي تہ "شعر ۽ ادب جي دنيا ۾ جيڪڏهن اوهين ڪنهن جدت ڪار (Innovator) جي ڪاوشن کي تاريخوار ويهي جانچيندا تہ اوهين هن کي سندس من جي ڪنهن اجهل ڏُن ۾ مصروف ۽ قدم بقدم اُن جي پورائيءَ ۾ اڳتي وڌندي ڏسندا." جديد سنڌي ادب جو اڳرو ۽ جدت ڪار اسان جو مهان اديب ۽ شاعر شيخ اياز اسان کي سندس سچيءَ اعليٰ تخليقي ڪاوش ۾- پنهنجي ضبط ٿيل مشهور پهرئين شعري مجموعي "ڀونئر ڀري آڪاس" (1962ع) کان وٺي، سيني سندس نثري تصنيفن سميت، پنهنجي شعر جي هن زير نظر شاهڪار "راڄ گهاٽ تي چنڊ"، تائين- اهڙيءَ ئي ڪنهن هڪ پنهنجي لازم ڏُن ۽ اَجهل جذبي جي تڪميل ۾ اڳتي وڌندو پئي معلوم ٿيو آهي. "پتڻ ٿو پور ڪري" جي مهاڳ ۾ يوسف شاهين لکيو آهي تہ "نثري نظمن تي مشتمل هيءَ بي مثال ڪتاب شيخ اياز جي سچيءَ زندگيءَ جي تجربن، ڄاڻ، مطالعي ۽ مشاهدي جو نچوڙ آهي..." دراصل اُهو اياز جي مطالعي جو نچوڙ بہ هُن جي پنهنجي اُن اندر جي جذبي، پنهنجي آئيندي جي هڪ خواب کي اڳتي نئي ٿو جيڪو هن جي دل ۾ پنهنجن ماڻهن لاءِ موجود پئي رهيو آهي ۽ جنهن ڏانهن هن جي سڄي شاعري ۽ بي هر ادبي ڪاوش مسلسل سفر ۾ رهي آهي. هن جي سڄي اعليٰ تخليقي ادبي اُپت، هن جا سڀ ادبي شاهڪار، زندگيءَ جي همہ رنگ صورت جي مصوري هوندي بہ اهڙا آهن، جو اُنهن سيني ۾ هڪ يڪرنگي، هڪ يڪسوئي ملي ٿي. شاعر جي پنهنجي هڪ 'ڏور_نگاهہ' (Vision) هن جي هر نظم ۽ هر شعر ۾ موجود آهي ۽ وچ ۾ ڪٿي، خاص طرح پنهنجي قومي حال ۾ مايوسيءَ جي خفيف عڪاسيءَ جي باوجود، جا حقيقت پسندانہ ئي آهي- اُن ۾ هزارها سالن جي تاريخ مستقبل جي اُن مثبت ۽ پُراُميد تصور سان وچي ملي ٿي:

اهڙي اڳ- ڳڻتي
ڪهڙيءَ ڪؤتا کي هئي؟

ڪنهن هٿن دانهن ٻڌي هئي
دکي ڌرتيءَ جي؟

ڇا اڳ ڏيهہ ڏٺا هيا
ڏاهپ هٿن ڏمري؟

مَن- پيڙا جي ٻولڙي
ڪنهن هٿن ڪُرلائي؟ (وايون، ص 97)

❊

سهڙي جا سيڪات تي، ڪنوڻ سا ڪاٽوٽ
متان ڪائو موٽ، ساري سنڌ ٻري پئي (بيت، ص 160

هي جو ريٺ رتو آ، ڪيسانو موريءَ،
اُٿي ڪنهن ڪوريءَ، ڳاڙهي اُٽت ڪيتري! (بيت، ص 17)

او شل ڌهي ڌوهہ، ڪائي آڳ ٻري پئي،
لوهہُ ڦوڪي لوهہ، رڪ ڪري ڪو ٻڌرو! (بيت ص 20)

اڇي ٿو هيڪارَ موت تہ سيني جي مٿان،
مُئي ناهہ ميارَ جي تون جيئين جسُ سان. (بيت، ص 21)

هي سرءُ چاليهہ سال!
روز سا ڳا ڏينهڙا!
سج اُيري ٿو اُتن ٿا سوچ ۾ ساڳا سوال-
سج اُلهي ٿو منهن تي ٿا ملن ساڳا ملال-
ها فقط سُرها لڳن ٿا، اڄ بہ ڌرتيءَ جا دلال-
هو وسنتي ويس پائي، ٿا هٽن ڪوڙا گلال-
ڪيترو تو لئہ تڪيان؟ هاٽي پلائي آءُ پال!
روز ساڳيا ڏينهڙا!
روز ساڳيا ڏينهڙا!
روز ساڳيا ڏينهڙا! (وايون، ص 39)

❊

تي ٻري ليننَ- گراڊ-
ٻمر برسن تا پيا.
'اولگا' جي شاعريءَ ۾
اڄ بہ تازي آهہ ياد-
ٻمر برسن تا پيا.

اڄ بہ منهنجا ديس تو ۾
جڙ تہ نازي بدنهاد!
ٻمر برسن تا پيا.

اي ذڪر! گهُلنديُن ڪڏهن تون
آءُ اي بادِ مراد-
ٻمر برسن تا پيا. (وايون، ص 45)

ڌرتي! بس توسان
ماڻهوءَ ٻولَ نہ پاڙيا!
- آڏيءَ مانجهيءَ گيت تو ڳايان آءُ اجان.
- سپني منجهہ رچي وچي، ماڻهو نيٺ متان!
- (ماڻهو سپنا تو اُٺي، پنهنجي رتُ پُنءِ مان)
- رانئي جَرُ تَرُ آئيو ڳاڙهو سج متان! (وايون، ص 47)

❊

'تون' تي تون آهين
منهنجي پون آهين،
او آيل! او سنڌڙي!
منهنجي ساري ذات تون
منهنجي 'مون' آهين-
او آيل! او سنڌڙي!
تون ئي منهنجا بيت آن
تون وايون آهين-
او آيل! او سنڌڙي!

اڄان نڪتي چو نہ تون
ڪاهيءَ ڪؤن آهين؟
او آيل! او سنڌڙي!
ويريءَ جي والارَ ۾
ڏينهن تہ ڏون آهين! –
او آيل! او سنڌڙي! (وايون، ص 49)

بادل تا برسن
جيڏا، وري جهوڪَ تي.
– شاهہ عنايت اُپ مان، چمڪي ٿو چَن چَن،
– نہ تو سونگي سنڌڙي، نہ تو ڏاڍي ڏَن!
– مٿن مٿي هٿڙا، سدا شهيدن،
– آهن اسان سان اڄان، مري جي نہ مرن! (وايون، ص 93)

پيرِ ڪوڙي رهو پهاڙن تي،
پٿرن جي ڪِرڻ جيان نہ پچو!

رت روڪي وڙهو 'اياز' اڄان،
ڪانئرن جي پچڻ جيان نہ پچو! (غزل، ص 119)

سمجهو ٿا لوڪو!
راهُو مرڻو ڪونہ آ،
مري ويو بيو ڪو. (ڻ سٽا، ص 124)

اکيون پٽيو ڙي!
هيءَ جا باک بسنت جِي
اُٿي جهَٽيو ڙي! (ڻ سٽا ص 125)

موت نہ ڪاڏي مات،
وري سج لَهو لُهان
راهوڪيءَ تي رات! (ڻ سٽا، ص 132)

چا تون ماضيءَ جا دروازا بند ڪرڻ چاهين ٿو؟
لاهور ۽ دليءَ جي رستن تان
رتُ ڏوبي چڪو آهي،
۽ اُها رُت ويجهي آهي
جنهن ۾ مالتيءَ جا اڇا پُشپ
من جي پوترتا وانگر ترڙي پوندا آهن.... (نثري نظم ص 154)

دور ستارا پوڙها آهن
چنڊ به پوڙهو آهي،
يا هو پوڙهو ناهي؟

هن ساري سنسار ڪي ڪوئي
چوڌاري ڪو لوڙهو ناهي
يا ڪو لوڙهو آهي؟

ديپ ٻُجهن ٿا ديپ ٻرن ٿا
ڏاڍو ڏور ڏياٽيون آهن
جي وِسڻ مان مَنش ڏسن ٿا.

وشِيؤ جيئن ڪو مندر آهي
چا اِن ۾ ڪوئي در آهي؟

مورتيون ۽ سڀ پوڄاري
اِن کان ٻاهر ڇو نه وڃن ٿا؟

هونءَ وشال لڳي ٿو ليڪن
گهيرو ڪيڏو سوڙهو آهي! (نظم، ص 180)

منهنجا گيت ڪڏهن اي ڌرتي!
چئه، توکان ڪو مُلهه گهرن ٿا؟

مون کان پوءِ اِهي اِئن لڳندا
اِنڊَمان جي چانڊوڪيءَ ۾
چڙهي ڪي هڏڙا پڪڙيل آهن.

هڏڙا ڪنهن کان ڇا ٿا چاهِين
ڇا ڪوئي سوچي ٿو!
ڇا ڪوئي سوچي ٿو! (نظم، ص ۰ 181)
ڪنهن جو خون وهيو ٽوڙيءَ ۾
او ڏايَر؟
توکي ڪيئي سال مئي ٿيا
رُومَ رُومَ مان تنهنجي نڪتا
جيڪي ڪيڙا
سي بہ مٽيءَ سان مٽي ٿي ويا.
ڪالهہ مگر تو ٽوڙيءَ ۾
لڳ ڀڳ ساڳيءَورديءَ ۾
ساڳي هولي ڪيڏي..! (نظم، ص 113)

ون بہ ساڳيو واسُ بہ ساڳو
مَنَ بہ ساڳو ماس بہ ساڳو
......
هڪبئي سان گڏ ڇو نہ جيون ٿا؟
هڪ ٻئي کي سَڏُ ڇو نہ ڏيون ٿا؟
هڪبئي جو مڏ ڇو نہ ٿيون ٿا؟ (نظم، ص 222)

هو سڀ آڌيءَ رات اچن ٿا،
مگرمانَ تي ناچ نچن ٿا.

مگرمان جي چمڙي هينان
تن جون ڪيئي پيڙهيون آهن،
هڪبئي پويان سيڙهيون آهن

تن تي گڏجي هيٺ لهن ٿا.
دودي ٽائين، ٻاگھيءَ ٽائين۔
ڪُنڊَ ڪُنڊَ ۾ ديپ جلن ٿا.
مگرمان تي ناچ نچن ٿا.

جيڪي ڪالهه انهيءَ ڌرتيءَ تي
ماريا ويا ها، سي بہ اُٿن ٿا.
۽ پوءِ پنهنجن پيرن هيٺان
لاش چنيسر جو چيپاٽي
چاٽي ڪولي، اوچي ٻاٽي
ڏاڪولن سان نڪ نڪ ڪن ٿا
مــگر مـــان تـــي نـــاچ نچن ٿا. (نظم، ص 227)

ان طرح آءٌ هوند هن ڪتاب تان اياز جا سچي جا سچا نظم۔ "سارو عرش منور آهي/ چنڊ ڳليءَ ۾ چمڪي ٿو..." (ص ص 184_185)، "ڪيڏو ياد ڪيان ٿو توکي/ تنهائيءَ ۾/ تون جو جيئڻ جو جَس آهين/ ڪير چوي ٿو تون ڪس آهين...!" (ص 188_189)، "آزاديءَ لئہ روز مرن ٿا/ ماڻهوئڙا...." (ص ص 199_200)، "موت مسئلو ناهي/ مسئلو حياتي آ..." (ص 203)، "هي شاعر جي لهرائن ٿا/ هي جيڪي آداب عرض ڪن/ جن ڪي ڪوبہ ضمير نہ آهي..." (ص، 204)، "پنهنجي جيئري يارو/ انقلاب اچڻو آ..." (ص، 205)، "حڪمرانن ڪي ڪونہ مجون ٿا/ پوءِ بہ اسان محڪوم نہ آهيون...!" (ص، 207)، "باک ڦٽيءَ جو روز ڀڏان ٿو/ 'وڪٽر جارا' ڪي..." (ص 211)، "عمر گذري وئي/ دک هن ديس جا/ اڄ بہ ساڳا هئا..." (ص 224)، "رات جي سياهيءَ ۾/ روشنيءَ جي جهرمر ۾/ ڪيترا نوان ماڻهو/ سچ ڏي وڌن ٿا پيا..." (ص ص 228_229)، "جوت ٻرندي رهي.../ رات ٺرندي رهي..." (ص 231) پيش ڪريان بلڪ اياز جو ڪھڙو ڪھڙو بيت، ڪھڙو ڪھڙو شعر، ڪھڙو ڪھڙو نظم ۽ ان جو ڪھڙو ڪھڙو بند پيش نہ ڪريان۔ جي پنن تي جاءِ جي گنجائش ڏسي سگھان، ۽ جي اِها خبر نہ هجيم تہ هيءُ سچو ڪتاب، پنهنجي واقعي هڪ ايڏيءَ امر شاعريءَ سان لائق پڙهندڙن جي آڏو پاڻ موجود آهي ۽ سنڌ جا محڪوم ۽ مظلوم باشعور ماڻهو ضرور اُن جي سِٽ سِٽ پڙهندا ۽ اُن جي 'ايجاز'، 'ايما' ۽ علامتي ادا ۾ جيڪي معنيٰ خيز موتين جا انبار سندن آڏو آهن اُهي هو پاڻ ئي ڏسندا ۽ گڏ ڪندا!

اياز جي هيءَ شاعري، اياز جي پنهنجي چواڻيءَ، هُن جي ”زندگيءَ جي پوئين پهر جي شاعري“ آهي. انهيءَ ڪري اُن ۾ لائق پڙهندڙن کي ڪٿي ڪٿي زندگيءَ جي اختصار ۾ اُن جي خاتمي کان پوءِ جي اوني جو اظهار به ملندو۔ جيئن مثلاً صفحي 76 واريءَ وائيءَ ۾:

ويل آن ساهي پٽڻ جي
موت، منهجي لاءِ تون
آخري منزل نہ آهين.

مان اُبن ۾ ڪيئن رهندس
مون ڀُلائي ناهہ پون!

هو وسي تو وڏ۔ ڦڙو
سايون تين تر ۾ پٽون!

جي اڃان موٽي تہ مون کي
ڪنهن هرڻ ۾ پاءِ تون!
موت منهنجي لاءِ تون
آخري منزل نہ آهين

يا جيئن صفحي 173 واري نظم ۾:

اڃان اُجهاٽل ڏيئو ناهيان
تون جو اڇڙو آهين، آءُ!

تنهنجي ڪارڻ ليئا پاتا
ساري رات جلي مون در تي،
ڪيڏو ڪارو انڌيارو آ
پنيرڪي تائين سانير تي!

جارڻ پرهہ جا پنڇي اُڏريا!
توڙي پوئين آهي ويرا،
منهنجي جوت اڃان بہ ٻري ٿي
اڃا تڪيان ٿو تنهنجا پيرا.

اڃان بہ ساڳيو ليٽو آهيان،
اڇٽو آهين جي، تون آءٌ!

يا، "سارو عرش منوّر آهي" (ص 184) واري نظم ۾:
... ڇا، هي منهنجو بستر آهي؟
جنهن وٽ ڪوئي روئي تو،
چي، "هي شعر اڌورو آهي،
"ويٺي ڪالهہ لکيائين تي جو،
"جهونگاري سوچيائين تي جو،
"پانيان تو اڻپورو آهي...!"
يا، جيئن ص 224 تي آيل سندس نظم:
عمر گذري وئي
دک هن ديس جا
اڄ بہ ساڳيا هئا
جي هئا مون ڏٺا
سال چاليهہ اڳ،
ڪو بہ ڦيرو نہ آ
ديس جي دانهن ۾!...

1976ع کان 1979ع تائينءَ جي وائيس چانسيلريءَ واري دور ۾، ۽ اُن دور کان فوراً پوءِ واري ڪجهہ عرصي ۾ بہ نہ لکڻ سبب، اياز جي شعري آمد ۾ اُها رواني نہ رهي هئي، تہ هن فقط نثري نظم "پتڻ تو پورَ ڪري" (1982ع) وارا لکيا هئا ـ جيئن گرديو ٽئگور پنهنجي آخري دور ۾ ڪجهہ ڪتاب نثري نظمن جا لکي، وري پنهنجيءَ منظوم شاعريءَ ڏانهن موٽيو هو. ٽئگور وانگر اياز جي اُنهن نثري نظمن ۾ اُها ڳالهہ نہ هئي جا شاعر مان متوقع هئي. اُن سلسلي ۾ اياز مون کي پاڻ ئي ٻڌايو هو ـ ۽ ٻئي هڪ هنڌ آءٌ اِئين لکي بہ چڪو آهيان ـ تہ ڪيترو وقت هن جي تخليقي قوتن جا سرچشما بيٺل رهيا، ۽ اُن ڪري هن ڪتي (نثري نظمن ۾) پنهنجي مطالعي جو سهارو ورتو هو. پر اُن سان اياز جي اُنهيءَ پيشڪش جي بہ مخصوص اهميت کان ڪڏهن بہ انڪار نٿي ٿي سگهيو. يوسف شاهين اياز جي اُن مجموعي کي علم ۽ فلسفي جي دنيا جو "هڪ عظيم شاهڪار" چوندي، شاعر جي ڪن سالن جي لڳاتار ماٺ

ڪانپوءِ جي پهرينءَ خوش آئند اشاعت طور "نئين نينهن جو نياپو"، "پرھ ڦٽيءَ جو پيغام" ۽ "من اندر جون ڳالھيون" سڏيو آهي. "جن کي ٻڌڻ لاءِ سچي دل ۽ اُجرو من گهربل هئا. ۽ جن جي مطالعي ڪان پوءِ شيخ اياز جي سموري شاعري (پاڻ) وڏيڪ اثرائتي انداز ۾ پڙهي ۽ پروڙجي سگهي ٿي." اڄ اياز جي هن "پوئين پهر جي شاعريءَ" ۾ بہ سندس ان وسيع مطالعي ۽ جهان- گرديءَ جون جهلڪون ملن ٿيون. هن جي مطالعي ۾اِن طرح ڪيترا شاعر، اديب، فلسفي آيل آهن. جن جو ذڪر هن هنڌ هنڌ پنهنجي 'اندر' جي اظهار ۾ تمثيل (Allegory) طور ڪيو آهي- جيئن پٽائي، سچل، بيڪس، اولگا پرگال (لينن گراڊ جي شاعره)، ٽئگور (روي)، ڪڇي شاعره رتن بائي، ڪاليداس، شاھ عنايت، ڪبير، فريد، بلي شاھ، روحل، پاڳوپانُ، ويد وياس، گوئٽي، ميٿوون، مولانا آزاد، اصغر گونڊويءِ مايوڪو وسڪي، ڪنفيوشس، فيض، سبط حسن، دارا، شيوسانگ (قديم چيني عالم)، آلنديءِ امير خسرو مرزا 'رسوا'، فيڊرل ڪاسترو وڪٽر جارا (هسپانوي راڳي ۽ شاعر)، وغيره. ائين ٿو لڳي تہ شعر ۽ ادب جي ساري دنيا هن جي آغوش ۾ آهي، ۽ هن کي پنهنجي ديس، پوري برصغير ۽ ساريءَ دنيا جو فڪر آهي، ۽ ٿنهي جي تقدير ۾ ڪوئي رشتو آهي، ۽ اُن رشتي جي بحاليءَ جي هن کي اڻ تڻ آهي، جيڪو رشتو هيچ، غصي، خوف ۽ تاريڪ خياليءَ سبب ڇڄي، ڇيهون ڇيهون ٿيو پيو هو ۽ جيسين اُن جا ٽتل ڦتل ڌاڳا ڳولي، ڳنڍي جوڙيءِ سلجهائي ۽ صاف ڪري نٿا سگهجن، تيسين هن جي پنهنجي قوم ۽ دنيا ۾ ٻئي مظلوم انسان جي نجات ممڪن نہ هئي.

پڇڻ تي اياز مون کي ٻڌايو تہ پاڻ سڄو هيءُ شعر، جيڪو هن مجموعي ۾ پيش ٿيل آهي، سواءِ اُن جي ٻن چئن نظمن جي، مارچ ۽ اپريل 1987ع ۾، روزانہ علي الصبح چئين وڳي کان ڇهين وڳي تائين ڪم ڪندي جوڙيائون، ۽ پڻ ٻئي شعر جو سندن مجموعو "ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي" بہ ائين آگسٽ سيپٽمبر جي ٻن مهينن جو تخليقيل، وٽن تيار آهي، جو عنقريب شايع ٿيڻ لاءِ ڏنو ويندو.

راتين جو جاڳي، صبح جي پهر ۾ پنهنجي ملڪ ۽ ماڻهن جي پابزنجير ۽ ذڪاريءَ زندگيءَ تي ائين ڪُرلائڻ جا آثار اسين اياز جي هن تخليق ۾ ڏسي ۽ پڙهي بہ سگهون ٿا:

رڻ- ٻارڻ ٻاري ويا، آڏيءَ اُتي جي،
ساري ٿي تن کي، اُيري باک بسنت جي. (بيت، ص 14)

رات پر تنهنجي پڪار
ننڊ کي نيندي رهي،
ـ آڌ ڏرتي سرخ ٿي وئي، ايترا آيا بهار!
ـ ڪوئلون ڪوڪن پيون، ڪوئي تہ ناهي چپ يار!
ـ ڇو اڃان گلنار ناهن، روءِ تنهنجي جا اَنار؟
ـ ٿو ڇڪين ڇو هي جيان، مون کي پراهين پار يار!
(وايون، ص 59)

اُتي آڌيءَ رات جو
تو لئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيهہ جا.
ڦڙا ڦڙا ماڪ جا
جڏهن ڦلن جهولڙيون،
تو لئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيهہ جا.
جن تو لاءِ سڳنڌ جون
ڪيئي ٻڪليون ڳولڙيون،
تو لئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيهہ جا.
ڀنيرڪي جو ڀُڻءِ مٿان
ريکون نيٺ رتولڙيون،
تو لئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيهہ جا (وايون، ص 86)

باک ڦٽيءَ جو شعر لهن ٿا
مون تي سجہ اُهاءَ ڪري؛
رت اُبڙڪا کائي ٿو اِئين
ڏينهن تتو جئن تاءَ ڪري!
سارو وقت تہ رهندو ناهين،
ويندو آنهہ سماءَ ڪري!
ڪيسين ڪوءِ ڪلالن جي ۾

منهنجي ذات هڳاءَ ڪري؟
آءَ تہ آدرياءَ ڪري ڪو!
تنهنجو آدرياءَ ڪري!

(نظم، ص 172)

باک ڦٽيءَ جو روز ٻڌان ٿو
’وڪٽر جارا‘ ڪي.
هي جو چِلڪيءَ جو راڳي آ
منهنجي پاءَ جيان آ.
اُن جي ڏکياري ڌرتي چوڻ
منهنجي ماءَ جيان آ...

(نظم، ص 211)

اياز جي شعري فن تي لکندي، ”ڪي جو ٻيجل ٻوليو“ (1970ع) جي مهاڳ ۾ مون چيو هو تہ ”اياز پنهنجي ادبي تخليق جي فني اوچائيءَ جا سنڌا پاڻ قائم ڪري ٿو ۽ پاڻ ئي انهن کان مٿي اُڀري ٿو.“ ۽ پوءِ مون هن جي ”سادن ۽ سهڻن لفظن ۽ اُنهن جي چونڊ ۽ پوري پوري استعمال“ جو ذڪر ڪيو هو ۽ لکيو هو هن جي ”شعر جي نغمگيءَ ۽ اُن جي دلبرانہ انداز“ بابت، ۽ هن جي ”ننڍڙن ۽ نزاڪت ڀرين وزنن ۽ بحرن“ بابت. ۽ پڻ ”ڊگهن بحرن ۽ انهن جي جولاني ترنم“ بابت. ۽ ”هوا کان هلڪن رديفن ۽ قافين. ۽ هندي ڇند جي بنهہ معصومانہ ۽ من موهيندڙ استعمال ۽ لوڪ گيتن جي ڌنن ۽ انوکين علامتن ۽ اشارن“ بابت. جن سان ہن جا پڙهندڙ هن جي آڇيل معنائن جي موتين سان پنهنجا جهول ڀري ٿي سگهيا ۽ سندن دل ورائي ورائي هن جي شعرن ٻڌڻ لاءِ آتي ۽ زبان اُنهن جي نغمن کي وري وري جهونگارڻ لاءِ تيار رهي ٿي. اياز جي هن تازي ڪلام جي فني اوچاين لاءِ پڻ آءٌ اهو ئي ڪجهہ چئي سگهان ٿو. اياز جي شعري اظهار ۾ مون هميشه هڪ ڳالهہ ڏٺي آهي، جنهن کي آءٌ جذبي جي ڌارا (Stream of Passion) بہ چئي سگهان ٿو شعور جي ڌارا (Stream of Consciousness) وانگر. ادب ۽ فن جي ڪاوش ۾ جذهن اِهي بہ ڌارائون گڏجن ٿيون، يعني جڏهن شعور جي ڌارا کي جذبي جي ڌارا ـ اُمنگ، اُتساهہ، عشق جي ڌارا ـ ميسر اچي ٿي (جنهن کي ٽي. ايس. اِليٽ ”اندر جي ڏُنَ“ ۽ اسان جي لطيف ”اندر جي آگ“ چيو آهي)، ۽ پوءِ جيتر اهي ٻئي ڌارائون ڪنهن اديب ۽ شاعر سان

شامل حال هجن ٿيون. تيتر جيڪا تخليق وجودجي ٿي، اُها پنهنجي اظهار لاءِ ڪنهن خاص ڪوشش يا اڳ ـ رٿا جي بہ محتاج نٿي رهي. ائين ئي اياز جا ڪيترا نظم آهن جن جي ڪائي مقرر يا ٻڌل صورت (Fixed Pattern) نہ آهي، جي پوءِ بہ پنهنجي فني تڪميل ۽ منطقي نتيجي تي پهچن ٿا. ۽ پوري آب تاب سان پهچن ٿا. ۽ توڙي جو اُنهن جي وچ جون سٽون هم قافيہ نہ آهن ۽ انهن جا ڪي پادَ يا مصراعون بہ نانمام هجن ٿيون، تہ بہ انهن ۾ ترنم ۽ تاثر پابند شاعريءَ کان بہ وڌ ملي ٿو. انهن جون تشبيهون ۽ استعارا بنهہ نوان، جن جي نواڻ بہ نئين کان نئين. ڪابہ انهن جي سٽ اجائي ۽ پرتيءَ جي نہ ـ تہ بہ معنيٰ جي ايتري اوليت. جو اُنهن جي ٻوليءَ جو حسن ۽ خوبي ثانوي ڳالهہ پيئي ڀاسي. ان طرح جي فطري شعر جي هر صنف ـ بيت، گيت، وائي، تہ ـ سٽي، نظم، نثري نظم ـ تي شاعر جي ڇاپ هجي ٿي. ۽ شاعر جي نالي جي خبر نہ هوندي بہ ڏسي ۽ پڙهي، چئي سگهجي ٿو تہ اُهي اياز جا شعر آهن.

منهنجي ويچار ۾، آءٌ اياز جا اِن شعور ۽ جذبي جي باهمي ڪيفيت جا. تخليقيل مثالي بہ نظم ـ ”ڪالهہ ڪڏهن مون واريا سي ۾/...“ (ص 210) ۽ ”گيت بہ چڻ گوريلا آهن/...“ (ص 30) هتي لائق پڙهندڙن جي آڏو آڻي بہ سگهان ٿو. پهرئين نظم ۾، خاص طرح اُن جي آخري ڇهن سٽن جي بند ۾، شاعر ڏاڍي هڪ دلنواز انداز جو اندروني ترنم حاصل ڪري سگهيو آهي ـ جيئن بند جي ٽينءَ سٽ جي لفظ ’فلسطين‘ جو قافيو اُن جي مٿئينءَ سٽ جي آخري ۾ ’جيسين‘ آهي، پر ان کان پوءِ باقي بند ۾ قافيو ڪونہ آهي، ۽ رڳو ’حسرت‘، ’فلسطين‘، ’ياسر‘، ’سارا‘ ۽ ’ڏسي‘ لفظن ۾ آندل ’سين‘ (س) جي آواز ۽ ساڳيءَ طرح ’حسرت‘، ’ياسر‘، ’عرفات‘، ’سارا‘ ۽ ’رتو رت‘ ۾ آندل ’ر‘ ۽ ’حسرت‘، ’فلسطين‘، ’عرفات‘ ۽ ’رتو رت‘ ۾ ’ت‘/ ’ط‘ جي تڪرار (Repitition) سان ترنم پيدا ڪيو ويو آهي. ساڳيءَ طرح ٻئي نظم ۾ آوازن ’گ‘، ’ر‘، ’ج‘، ۽ ’ڙ‘ جي تڪرار ۽ ٻڻ اندروني هم قافيائي لفظن ’جاڙ‘، ’آڙ‘، ’پ ـ هاڙ‘، ’تاڙ‘، ’لاڙ‘ ۽ ’آ ـ ڪاڙ‘ مان نظم جي ترنم ۽ تاثر کي عروج تي پهچايو ويو آهي. اِهي تجربا ڪڏهن ڪڏهن مغربي شاعريءَ ۾ ملندا آهن، تہ اُنهن جا نقاد هوندا آهن، جي شاعر تان ٻلهار ويندا آهن. اياز جي سڄيءَ شاعريءَ ۾ اهڙا سوين مثال موجود ڏسي سگهجن ٿا.

اياز جا اِهي هيٺ ڏنل بہ نظم، جتي هن جي شعري فن جا ۽ ان جي تمثيلي انداز جا، ۽ هن جي شعور ۽ جذبي، ذهن ۽ قلب جي فطري امتزاج جا نمائنده مثال آهن، اُتي اُهي سنڌس مجبور وطن ۽ محروم ۽ ستم رسيده

قوم جي شانائتي ۽ جسُ ڀرئي جيئڻ لاءِ مٿن تاريخ جي عائد ڪيل جدوجهد جي طويل ۽ مشڪل رستي جي ڳالهه به ڪن ٿا: اسان جا محب وطن ۽ عوام دوست اديب ۽ شاعر اڄ اسان لاءِ اِهو ئي ڪجهه ڪري سگهن ٿا: ۽ اڄ اِهو ئي فرض ادا ڪرڻ ڪان اُنهن ڪي غافل رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۾ جاهه ۽ جلال جا صاحب ۽ ملڪ ۽ مال جا مالڪ، همه تن ۽ ڪل جِهت مصروف نظر اچن ٿا:

(1)

ڪالهه جڏهن مون وارياسي ۾
ڳاڱيون، ڳمَ ڳنڍيرَ ڏسي،
سڄ جي پاڇي ڏانهن ڏٺو
سونَ وَني ساواڻ هئي
منهن ڦيري جيڏانهن ڏٺو.

تيسين تي تيڏانهن ڏٺو
سارو سڄ ٻڏي ويو جيسين،
حسرت سان ڪنهن وقت فلسطين،
جٿن ياسر عرفات ڏسي،
ڇَپَ ائين پيڪوڙي پنهنجا
سارا رتو رتُ لڳن!

(2)

گيت به جڻ گوريلا آهن،
جي ويريءَ تي وارَ ڪرن ٿا.

جٿن جٿن جاڙ وڏي تي جڳ ۾
هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا،
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا
موتي منجهه پهاڙ ڇپن ٿا،

ڪيڏي تِرڇي تاڙ رکن ٿا
اُتر اُيري لاڙ ڇپن ٿا،

سانوڻ سنگ وسن ٿا ڏاڍو
بادل ٿي آڪاڙ ڇپن ٿا.

ڪالھ هيا جي سرخ گلن جئن
اڄڪلھ نيلا پيلا آهن:
گيت بہ جڻ گوريلا آهن
جي ويڙهہ تي وار ڪرن ٿا.

محمد ابراهيم جويو

حيدرآباد سنڌ.
نومبر 20، 1987ع

رڻ- بارڻ بارِي ويا، آڏيءَ اُٿي جِي،
سارِي ٿي تن کِي، اُيري باک بسنت جي.

اَڙيا ڳِنِ اُپاءَ، هيٺان هانءُ جهَلي ڪري،
نيٺ تہ ورندو واءُ، نيٺ تہ ڦِرندا ڏينهڙا.

رِڻَ بہ ٿي ريڊارَ مٿان تارن ٽُبڪڙا،
ريڊوُن ڏاروُن ڏار، شل ڪو اُيِري ڏينهڙو!

ڏکڻ کان آيا، اُتر تي اوتون ڪري،
پنهنجا پرايا، ويري منهنجا واهرو.

ڦِرندا ڦِرندا ڏينهڙا، ساڳا نہ رهندا،
اچن ٿا گهندا، ڪارا ڪکر ديس تي.

آيا ، ڪارونيارَ ڦِري ويا ڏينهڙا،
ڪيڏا باغ بهارَ توتِي ڏرتِي ديس جي!

'اِجهو مُندَ ملير تي، آئِي ڪِي آئِي'،
وائي سَوائِي، منهنجيءَ ڏکيءَ ڏات جِي.

توکان ملڻ کان سوا، مٿان آءٌ مران!
ڏنو آنءٌ دَران، ڏاڍو ويجهو آنهہ تون.

اچين ٿو اونارَ جهُوڙا سڀ جهِمڪن پيا،
تڪي تنهنجا پارَ، ڪاٽيم ڪيڏيون راتڙيون!

ايندين، ايندين اوچتو پيهي ايندين پارڻ،
ڏکيءَ ڏيندين ڏارڻَ، پنهنجو پاند پناهہ جو.

ٿِي ڪو ڇپر ڇَٽُ، پيرَ پُنا مون پنڌ ۾،
هي جو منهنجو گهَٽُ، اڄُ تہ ڪجهہ اوري ٿئي.

اچين پيو تون، پرين پنهنجي پار ڏي،
اڳ نہ ڏٺو مون، توکي ايڏو ويجهڙو!

اچا نہ آيا، پنهنجا وچڙَ ڏينهڙا،
لايا سجايا، اچا آهن ڏات جا.

واريءَ سندو پنڌڙو پورو نہ ٿيندو؟
ڇا هُو نہ ايندو، جنهن آئي مون سُکَ ٿئي؟

مٿان تو ميارَ اچا منهنجي آ ميان،
پهچين پهچڻهارَ جڏهن مون کي پنڌ ۾!

اچا ٿا چاهِن، پڙِي پيڙائوُ ٿيون،
اچا ڪجهہ آهن، ساڳا منهنجا سانيُرو.

گُل ورنيون گجراتڻيون، ڪراچيءَ جي شامَ،
هِي بہ تہ منهنجا عامَ، توڙي سڀ نہ سنڌ جا.

توڙي ٻولي ٻي اَٿنِ، پنهنجا ئي آهن،
مون جئن ٿا چاهِن، سڀ ئي ساڳي سِڄَ کي.

هيءَ ساڳي تاريخ آ، سڀ جِي شِڪاري،
مان ۾ ٻهارِي، سيني رولا رُڄَ جا.

اِئين نہ اچي اوچتو ٿڌي هِير ٿَرن!
اچا مُونجهہ مرن، مارو ٻَل تہ ملير ۾؟

ڇا ڇا منهنجي مَنِ، آهي اڄ اڌ رات جو
پَيون چَنڊُ چُمَنِ، چوڌس چڙهيو لهريون.

ٻاٻيها ٻيهارَ ڪڏهن ويندين ڪيچ ڏي؟
ڇا هُو منهنجا يارَ اڃا آهن جيئرا؟

ٻاٻيها ٻيهارَ ڪڏهن وسندا مينهڙا؟
ٿر تي لال ليارَ ٽِڙي پوندا اوچتو.

وري وَڳَهه ڪوٺَ، ڪڏهن وسندا مينهڙا؟
ايندا ڳاڙها گهوٽ، دودا منهنجي ديس جا.

اِئين اڄو آڱَمَو، گوڙ ڪري گهمسانَ،
ڪلهه جئن ڀاڳوُ ڀانَ، ڳاتا هيا دوهڙا!

ڇِتيل ڇُنِيءَ جيئن ڪا، روپا ماڙيءَ تي،
ٻيهر شال اچي، آزادي هِن ديس ۾!

ڪٽي ڪٽان ڪيترو پِريَنِ پيراڙيون،
وَستيون اُجاڙيون، جن ويندي هِن جُوءِ جون!

او شل لهن اوچتو ڏولاوا ڏيهَن،
پرين شل پيهَن، ساهڙ ڪٽون ڪوسُڪ جو.

اُنن جهاٻا جهالِوان، او شل ڏسان آنءُ،
وٺان تنهنجو نانءُ، گونجن پَهڻ پَٻَ جا.

اَمڙ ڏاج رَڱائيا، تنهنجي لاءِ ڪنوارِ،
پوري هانءُ نـ هارِ، ويجها ڏوليءَ ڏينهڙا!

اهڙي ڪا گجگوڙ اڄ، اوچا ڪڪر ڪر،
جِيئين ڏُبي ڏَر، ڪِرن ڪوٽ ڪلُور جا.

چُري چُري چِٽَ ۾، متان ڪيو ماٺِ،
توڙي ڪانئون ڪاٺِ، سارَ اوهان جي ساهہ ۾.

اُهو ئي آهيان، متان ڀانيو ڪو ٻيو
اڃا تو ناهيان، ڳاهُون ڳاڙهــي سِڄَّ جون.

گسنِ گل ڦُل مورجن، جيسين وسن مينهَن،
تيسين ڏکيا ڏينهَن، ڪيئن بہ آهن ڪاٽڻا.

چئجي ڪيئنِ آلا، ڪڏهن ايندا پارکو!
سپن ننڊ نہ آ، ساري رات سمونڊ ۾.

مون هوندي مون وينتي، او شل اگهائين،
او شل موٽائين، مِنا ماٺو ڏيهہ جا!

مُئا مُرڪن تا پيا، آئيندي جي اوٽَ،
هوجي گهڙيءَ گهوٽَ، صديون سارينديون گهٽو.

سورج پرج ساڪَ، آءُ نہ اُجهاڻو ڪڏهن،
منهنجيءَ لوئيءَ لاڪَ، سدا ڳاڙهيءَ باک جِئن.

سَهڙي جا سيڪاٽَ تي، ڪنوڻ سا ڪاٽوٽَ،
متان ڪائو موٽَ، سارِي سنڌ ٻَري پئي.

آيا اوهيڙا ڳري، متان مون مانداڻَ،
بيهر پُليءَ پاڻَ، برڪا رُت جي ڏينهڙا.

متان چَئو ناهه ڪا، ڳاج متان ڳِرنارَ
سانوڻ اچ سنگت ڪئي، ٻيجل سان ٻيهارَ
چوڌاري چمڪارَ آيا ڪِنوڻِ ڏينهڙا.

وَسُ اجا ڪجهه وَسُ، موٽي وڃ نه مينهڙا!
اُتي ڳاهه ڦُٽي پوي، جتي گوندرَ ڳَسُ،
وري ڏاهَن ڏَسُ، وسي ڪنهن وڏڪار سان.

هي جي شير شهيد ٿيا، مري نه جيڪي مات،
تارن تن جِي تاتِ، ساري رات سٿاوَ ۾.

هي جي شير شهيد ٿيا، ڪيسانو موريءَ،
ٻَڌا ريٽي رتّ جي، ڏورانهين ڏوريءَ،
ڏرتيءَ ڪڪوريءَ، سانديا پنهنجي ساهَ ۾.

هي جو ريٽو رَتُ آ، ڪيسانو موريءَ،
اُٺي ڪنهن ڪوريءَ، ٻَاڙهِي اُٽَتِ ڪيتري!

هي جو رَتُ ابوجهه آ، اُنهيءَ جا امڪانَ،
نه جاتا نادانَ، اجا پنهنجي ڪيپ ۾.

سوٻَ ڪَٽي سَرها ٿيا، وارو وڃائي،
ليٽڙيون پائي، رانول پنهنجي رَتُ ۾.

سِرُ سَرچو ساٽيهه سان، مٿيءَ سان ماٽو
ڪونهي تنهن ڪاٽو اوچو آهي اُپّ ڪان.

ترقي تو تاريخ ۾ اچا تيپوءَ ڪنڌ،
آزاديءَ جو آ اچا، پري ڪيڏو پنڌ!
هيءُ اُنهن جو هنڌ، مري جِي ماهو ٿيا.

جيسين اُنهن اوچتو سوپ ڏئي سائِين،
متان اِئن ياءِين، ماريءَ موت ڦَبِي ويا!

تِڪَ اندر تاريخ جي، جي تون سمائِين،
متان اِئن ياءِين، سارا لاش لُڙهي ويا!

هي جو ڦُڙو رَتُ جو وڏي تَنهن جِي وَٽَ،
متان ڪرين ڪَٽَ، سوپ نہ آهي سُتري!

سوپ نہ آهي سُتري، مگي سگَر ٿوڪَ،
لُونءَ لُونءَ واڙي لوڪَ، مرن ٿا اِن ماڳ ۾.

هي جي جهَجها جهُڙ ٿيا، متيءَ مهڪ اُتِي،
ڏرتي رَتُ رتِي، ڦُولِي لالَ ليارَ جِئن.

ڳُلها ڪالهہ ڳڪوريا، جِيئِن ڏاڙهن ڏارَ
مَرِي مَلهيا يارَ وِيڙها سپ واسي ويا.

آهن آڏيءَ رات جو واڪاٽيون وِيرَن،
نيٽن مان نيِرَن، ڳاتيون تن جون ڳالهڙيون.

تِڙبو ڪٽن تارَ سِرَ اُنهن جا سوپ ۾،
مري مَلهيا يارَ وِيڙها سپ واسي ويا.

سيڪو سوچي سوپ جو سوپون هَٽ نہ سوچَ،
وَرُ هيءَ تن جي لوچَ، پلئہ پل جيڪي پوي.

اُڏر اُڏر ڪونجڙي، ڳرڪي مٿان ڳچَ!
اِجهو اَرتِي اَچَ، لٿي ڪاري ٿَرَ تي.

او شل ڪرين اوچتو اکين سان اُپڪارَ
اچ تون اڇٽهار، تولئہ تڪيان ڪيترو!

چنڊُ ٻَري ٿو چيٽ جو سونَ ڪٽوريءَ جيئن،
اڳ نہ ڏٺو اِيئن، مون پنهنجي آدرش کي.

اُتر ڪونج نہ ڪُٽڪندِي، ٻيهر مون کان پوءِ،
مون سان ساري لوءِ، وَلر لئہ وايون ڪري.

پکين منجهہ پچارَ ڪِٿِ ڪالهوڪيون ڪونجڙيون،
الا ڪنهن کي سارَ ڪڏهن اُتر ڪُٽڪندو!

ڇِڳِي موتين هار جئن، چار ڏَسيين چوڏارَ
سنڌڙيءَ ناهي سارَ ڪٿي اُن جون ڪونجڙيون.

لُريءَ ۾ ماٽهو لڳا، ڳِڱاتيل ڳيرا،
اڳيان آڪِيرا، منهنجو من مهٽڙ لڳا.

ڳنَ ٿوپائي ڪوڏَ مان، ٻانها اڳِ پيا،
سورهيہ سَيُ ويا، اڄڪلهہ لِڪي لوڪَ ۾.

اَڄُ ڪو اُيِري اوچتو ڪارا ڪارونيار!
رِڻَ ڏٺا ريڍارَ سائي پن لئہ سِڪندا.

اوشل ٻهي ٻوهڻ ڪائي آگ ٻُري پئي،
لوهڻ ڦوڪِي لوهڻ رُڪَ ڪري ڪو پڌرو.

ماڳَ ڪپيندو منزلون، ڪاهيون پيو ڪاهِ،
اُتي هَڏَ نہ ساهِ، متان رات مٿان پوي!

تون جو سَڏ ڀائِي، تون ڪِئن ماٺ ڪري وئين!
تو ڪئن لنوائِي، ٻڌي ڪُوڪَ ٻنهي ڪنين!

چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي قطارون ڪُونجَن،
ڇا ڇا منهنجي مَن، سارون رات ڪريڙيون!

چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي واريءَ وچاٽا،
مون ۾ سماٽا، سُڏڪا ڪيئي سانت ۾.

ڪوپا ڪوهستان جا، ڏسان پيو آنءُ،
اڃا تن جو نانءُ، پَهٽن منجهہ پَلِي پيو.

ايندا ايندا اوچتو تو لئہ مُڙس مٽيارَ!
سنڌڙي تنهنجي سارَ هُري پئي هانوَ ۾.

ڪُڙِي نہ ڪَڙڪِي، واهَر وِيـرَ اچي وَئي،
ويريءَ تي ڪڙڪِي، آفت ڪائي اوچتو.

ڏِنگر ڊاناڻون، ڊوڙيا پُنيان مارئيءَ،
جيسين آنداڻون، پيهر مُنڌ ملير ۾.

ايندو اوهيڙا ڪري، ترسو ڪجهہ اجان،
لاهيو مِٿَ متان، آگم منجهان آسرو!

جيسين اُيِري اُڀَ ۾، مينهُن ٻڏِي ماندا ڻ،
تيسين پنهنجو پاڻُ، ڏار نہ ڪجو ڏڻَ ڪان!

ڳُٺڪيا ڪجهہ تہ ڪنواڻ، توڙي ماڳ نہ ويجهڙو!
اِئين ويندي واٽ، پارِي هئي پونءِ تي.

ڦِڦِڙ ڪن ڦرڙاٽ، توڙي اُتر واءُ ۾،
پوءِ بہ ساڳي واٽ، پوءِ بہ ساڳا پنڌڙا!

مارو ڏارون ڏارَ ڳتلاڪيءَ ڪڪر اُڀَ ۾،
اڇن شل ٻيهارَ ماڪڙ وانگر مينهڙا!

اوڏا اڏِي نِجهُرا، هي جي وينا ڙِي،
متان ڪو تن کي، ڏِڪي پنهنجي ديس مان!

اِجهو ڏُٻي ڏَرِ ڪِريا ڪوٽَ ڳلُور جا،
هيٺون هانءُ نہ ڳرِ، باقي تورا ڏينهڙا.

وري رات پِنِي، وري تارن تڪيو
ڪائي ٻَندِ چِنِي، ڪيئي گيت تڙي پيا.

وري تِي وراڻَ، گسن گلُ ڦل موريا،
وري واسيا پاڻَ، وايون مَهڪيون واٽ تي.

چَنن تي چمڪارَ وجون وريون اُڀَ ۾،
اڄ جيڪا وسڪارَ مَٿُ نہ اُن جهي مينهڙا.

اڇي ٿو هيڪارُ موت تہ سيني جي مٿان،
مُئيءَ ناهہ ميارَ جي تون جِيئين جَسَ سان.

ڪنهن هيءَ جوڙي جوڙ ڪنهن هي واءُ ورائيو؟
سَميون سِگَر ٿوڙَ آيون ڪينجهر ڪَنڌِين.

پاڻ وڻنديون ٿو ڪرين، سوچين نہ ٿو تون،
پيرن هيٺان پوُن، چار ڏهاڙا ڏاڏَ ڪي.

متان تارو اُڀَ مان، ٽِڙڪي ڇڏي ٽانُ،
متان تون ايمانُ، لاهين پنهنجي لوءِ مان!

هُو جي پيالا پُر ڪري، پِئَنَ مُنهَن لايو
سِجَ! ڪِري سعيو تن تي لَٽين ڪيئن تون؟

متان اڄن اوچتو رَمِي راتو واهہَ
اڄان تن جِي چاهہَ لاهِہ نہ پنهنجِي چتّ مان،

باقي ڪو دم ديرِ، ويندا لُڙ لهي ميان،
اڃان ناهہ اَوير، اڃهو آيا واهرو.

اکين ڪان اوجهل نہ آ، اڃا پنهنجي واٽَ،
لُٽيو آهہ لُڙاٽ، توڙي سِجَ نهار ڪان.

ايندا ايندا مون پرين، گِهرِي گهر ايندا،
نهوڙي نيندا، ڏمر سارا ڏيهہَ جا.

اڃان ترسين جندڙي، جي ڪائي ويرا،
پُوچا هي پيرا، ڏوئان پنهنجي ديس تان.

الا ائين اوچتو سانجهي تي ويئي،
مٿان مون پيئي، رڻ ۾ ڪاري راتڙي.

وڻن سُتا مورَ ٿا، ڪٿي ننڊون ڪن!
ساري رات ڏِسَن، سپنا ساوڻ مينهن جا.

اڃان آهين ڏور، توڙي ڏُور ٻہ ويجهڙو
مَنان ويئي مؤر، سارَ نہ تنهنجي سُپرين.

اڃان اُها سَڌَ، اوڏا اَڏيون پکڙا،
اَلا اڃان اَڏَ، ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا.

اڃا ساڳا راتڙيءَ، ڪارا ڪوجها پَرَ،
اسان تو آڏر سَرَ تي پورب سوجهرا.

ڇا ائن مدامي، اَڇو پاڻي لُڙ ٿيو؟
ويندا اُڏامي، ڪڏهن ڪارا ڪانئرا.

*'مِنو لڳي اَجميرُ، سارو جڳ ڪَڙو لڳي'،
رتن بائي! ڪيرُ؟ بولي تو جئن ٻولڙا.

وسري ويندين ڪونہ تون، مٿان اِئن ياٿِين!
اڃان نہ آئِين، تو لئہ تڪيان ڪيترو؟

ويهو آڌيءَ رات جو، ڪو ٻارڻ ٻاري،
مٿان اَنڌاري، ٻُڌي وڃن ٻُوڻڙا!

---

* پُورب ڪَڙوا، پڇم ڪَڙوا، ڪَڙوا هندستان،
سب جڳ مون ني ڪَڙوا لاڳي، مِٺي لڳي اجمير.
(ڪڇي شاعره رتن ٻائي)

ڪنيو ٿِي جوڪو چا، اِن لئه انڪار جو؟
اجا ٿي اوڪو تولئه جيئڻ پنڌڙو!

دور ڪناري تي پُڇون، ونجهہَ هٽي اٿرائتا،
مون ڪي او بيڙائتا، پارِ ڪٽي هَل پاڻ سان.

سَرَ تي ڪيڏو دير سان، تون آئي آهين!
ڏسڻ ٿي چاهين، پاچا پوئين سِجَ جا؟

آڏيءَ جو آڪاس ۾، جهومڪ جهڳ مڳ ڳڙ،
ڪير اچي ٿي چَڙ، جهاڳي ديس و ديس کي!

وري شال اُٿن، دودا منهنجي ديس جا،
جهندا شال جهُلن، وري وڳهہ ڪوٽ تي!

هي جي مُنهن گهُنڊيون، هي جي ڳرٽيل ڏندَ،
نيٺ تہ پيچندا بندَ، بوڙيندا ڪنهن بوڏ جئن.

پاٽارين پچارَ اج نہ آهي واءَ ۾،
ڳالهيون ڪن ٿا ڳُجهہَ جون، سُس پُس ۾ ساٿيارَ
رچي ريٽا يارَ پِهہَ پچائِن ماڳ جا.

رڻَ۔ بارڻُ بارِي، ويندا رهيا ڪاپڙي،
هاڻي اُن چارِي، اُلا ڪونہ اُجهامندا.

هي جي ندورا، ڏولائي جا ڏينهڙا،
باقي ڪي ٿورا، متان هيئون هارئين!

ڍِنگَرَ ڍاناٿئون، ڀُڙيا اچي ڀٽ تي،
اونو گهَر تنَ جو اِئين، پنهنجو لاٿائون،
اڳ نہ ڏٺا آئون، ويڙهيچا اِئن واٽ تي!

هِن پُٽَ سارا سک ها، هُن پُٽَ آزادي،
ڇا تو بربادي، چوندي وتي چاهہَ مان؟

سينو ساهيو ساڪِري، ڪارونجهر تي ڪَرَ،
وچولي جي واٽ تي، ڪارونيار ڪڳر،
اُڀري آءُ اُترَ، متان ماٺ ڪري وِهين!

سَرَ کي ڀيو ڪٿن هنج جٿن، اهڙو ساڃاهي؟
واءُ لڳو ناهي، اڳ ۾ ڏسي ڇوليون.

ڪِٿن چٿجي ڀيهارَ ڦُليليءَ جي ڪپ تي،
هُو جي منهنجا يارَ وري ايندا ويجهڙا!

ڀٽ تي ڪنڊَ نہ لاڙِ ڇا نہ رتو رت ڀيچرا!
ڀيهر ڪنڊن واڙ پوکين پيو ويسرا!

سورهيہ ٿيءُ سڄاڻُ، مرڻ نہ آهي مامرو
جيئڻَ جو اهُڃاڻُ، ويڙهو گهرجي ويڙهہ ۾.

تنهنجي تِرين پوٺتان، ڇِپُن سارا ويڻَ،
بوٽي ڇڏ مون نيڻَ، رکُ تون پنهنجا هٿڙا!

ڇا ٿي سوچين سانوري، سارِين سنگ ڏسي؟
اکين منجهہ ڦِسي، پيُئہ ڪنهن جو نينهڙو؟

وري تن جا لوڪ تي، پرن تا پيرا،
وري وڏيرا، ڏاها ٿيا ڏيهہَ جا.

اڃان پنڌ پهاڙ جا، اڃا آيرو واءُ،
ڪُونجن جو ڪُرلاءُ، توڙي ساڳو ڏيهہَ ۾.

دِلا لاهي دادليون، پٿيو نہ ساهي!*
اڃان اونداهي، اڃان باک ڦٽي نہ آ.

پکي پکڙ موٽيا، سجُ لٿو سَرَ تي،
اڃان تون دَرَ تِي، بيٺي واٽ نهارئين!

مُور نہ ماپان چولڙيءَ، توکي ڏسي آنءُ،
ٻُڌي تنهنجو نانءُ، ٻُلَ وري ٻاڙها ٿيا.

وري جهُڙَ گهاٽا ٿيا، وڏي تي وسڪار،
پُرن تا پوتار، پُٽيُن پِٽيُن وانگيان.

باقي ٿوري راتڙي، اي دل دک ڪر!
تيسين نک نک ڪر، جيسين سهڙي سوجهرو!

اي دل اڃان ٿورڙو اڳتي آهي پنڌ،
اڃان جهَپ نہ لائجانءِ، توکي مون سوڳنڌ!
اڳ ڪان اوچو ڪنڌُ، آزاديءَ جي راهہَ ۾.

---

* تر ۾ زالون ڏَڳ تي دِلا لاهي، ساهي پٽينديون آهن.

اي دل مون سان ساٿ تون، ڇوُ ڏيندين ۽ تيسين،
پورو ٿِئي جيسين، آزاديءَ جو پيچرو؟

واهوندا، وَڻَ ڦوٽَ، اِجهو ڦريا ڏينهڙا!
ڪڏهن ڪندين ۽ سانوري، مُهراڻي ۾ موٽ؟ *
ڪٿي ڪونيٺ اوٺ، پُري پوندين ۽ پاڪرين!

وري ڦوڳ ڦلارَ ڪاٺُڙَ ٽيندي، ڪاٺُڙيا،*
وري لَهندا مينهڙا، واريا سِي جي سارَ
اِجهو منهنجا يارَ پنيرڪِي پيڙا ڪيا.



* مُهراڻو: ڇاڇري ۽ مٺي جي اولهه ۽ عمرڪوٽ جي ڏکڻ اولهه وارو ڀاڱو.
* ڪاٺڙيو: ڪاٺر جو رهاڪو.

راجَ- گهاٽَ تي چَنبُ
بينو سوچي ٿو.

هي نيرو آڪاس مٿان آ
آڏيءَ راتِ اَڪنبُ!
راج- گهاٽ تي چنبُ
بينو سوچي ٿو.

پر ڪرتيءَ جي ايڪائيءَ ۾
هي ماٺهوءَ جو مَنبُ!
راجَ- گهاٽَ تي چَنبُ
بينو سوچي ٿو.

ڌرتيءَ کهڙو ڌوھ ڪيو آ؟
ڏنبُ ٻہ ايڏو ڏنبُ!
راجَ- گهاٽَ تي چَنبُ
بينو سوچي ٿو.

چا هِيءَ ساڳي ناوَ
چا هِيءَ ساڳي نربدا؟

نيري نَڀَ چنڊُ يا
روپ ـ متيءَ جا گهاوَ؟
چا هِيءَ ساڳي نربدا؟

چا هيءُ ساڳو پريتڙو
جنهن کي نہ پڇتاوَ؟
چا هِيءَ ساڳي نربدا؟

جَڳَ جُڳانتر کان اِهي
اندر منجهہ اُلاوَ!
چا هِيءَ ساڳي نربدا؟

من ۾ منهنجي مالوا*
ڪيڏا لوُنءَ لڳاوَ!
چا هِيءَ ساڳي نربدا؟

---

* مالوا ـ جنهن سان روپ متيءَ ۽ باز بهادر جي عشق جو داستان وابستہ آهي.

## (ناگپور تي وِمان ۾ هڪ رات)

اڄُ ٻه ساڳيو آسمانُ، واءُ ۾ آهي وِمانُ*
ناگپور تي راتڙي*

اڄ ٻه تنهنجي سار سان ڇڻ، آهه جهرمر هي جهانُ.
ناگپور تي راتڙي

آشنائي اوچتي، آواگَوَن جو آستانُ۔*
ناگپور تي راتڙي

شال پورو ٿيي اسان جو هي اَڌورو داستانُ!
ناگپور تي راتڙي



---

* وِمان۔ ڀارت ۾ هوائي جهاز کي چوندا آهن.
* ناگپور۔ بمبئيءَ کان دهليءَ ڏانهن ويندي هوائي جهاز کي ناگپور ۾ ترسڻو پوندو آهي.
* آواگَوَن۔ نئين جُوڻ.

## (گوداوريءَ تي ٻاڪ)

جر تي پِپر جي ڇانوَ ۾،
گوداوريءَ تي گهاگهريون.

مون سان هُئينءَ جڙ تون پِريہ،
اڳِلِي جنم جي لانوَ ۾–
گوداوريءَ تي گهاگهريون.

ٻيهر ڏنيون مُون ڇُلڪنديون،
تنهنجي سُريلي نانوَ ۾–
گوداوريءَ تي گهاگهريون.

هي وَرش سارو آنءُ هان،
هَر هَر هُرن ٿيون هانوَ ۾–*
گوداوريءَ تي گهاگهريون.

---

* ورش: ڌرتيءَ جو حصو.
گوداوري: نديہ جا ناسڪ جي پرسان وهي ٿي.

بيڪس، ڳنئيُو-  روهڙي،

جڏهن تہ اوندهہ ۾ ٻري ٿو
ڪوئي ڏِيئو-  روهڙي،

تي وجهي تاريخ ۾
ڪنهن وقت لِيئو-  روهڙي،

”ياٿرو جنهن جاءِ آهيو
شال جيئو“-  روهڙي،

جَهڙَ نہ جيئان تو بنان،
عمر گذاريم ڪيئن!
پانڌيئڙا پرڏيهہ جا!

نہ ڪو چَنُ نہ چانورو
لُڪون اڳي جيئن،
پانڌيئڙا پرڏيهہ جا!

تون جي هجين ويجهڙو
هوندَ نہ هُجان هيئن،
پانڌيئڙا پرڏيهہ جا!

ڪڏهن ايندين سانورا؟
ڪڏهن ايندين؟ ڪيئن؟
پانڌيئڙا پرڏيهہ جا!

رابيل- رُت، مايا نگرُ،
تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهڙيون.

ساڳي هوا، ساڳو پڌرُ
تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهڙيون.

توريءَ سُڳنڌن جو سفر،
تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهڙيون.

تون مان نہ، پر آهن اَمرُ
تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهڙيون.

اڄان بہ آڌا_
آهن پنڌ پهاڙ جا.

پيرن آهٽ پنڌ ۾
لڪن پڙاڏا
اڄان بہ آڌا_
آهن پنڌ پهاڙ جا.

مون سان منهنجي ماڳ ۾
ڏاڏا پڙڏاڏا_
اڄان بہ آڌا_
آهن پنڌ پهاڙ جا.

ڪنهن جي ڏولي تي اچي؟
لوءِ سڄي لاڏا!
اڄان بہ آڌا_
آهن پنڌ پهاڙ جا.

1987ع

هي سَرءُ چاليهہ سالَ!
روز ساڳا ڏينهڙا!

سِڄُ اُڀري تہ اَٿن ٿا سوچ ۾ ساڳا سوال۔
روز ساڳا ڏينهڙا!

سِڄُ اُلهي تہ مُنهن تي ٿا، مَلِن ساڳا ملال۔
روز ساڳا ڏينهڙا!

ها فقط سَرها لڳن ٿا، اڄ بہ ڌرتيءَ جا دلال۔
روز ساڳا ڏينهڙا!

هو وَسنتِي ويسَ پائي ٿا هڻن ڳوڙها گُلال۔
روز ساڳا ڏينهڙا!

ڪيترو تو لئہ تڪيان؟ هاڻي پلائِي آءُ يالَ!
روز ساڳا ڏينهڙا!
روز ساڳا ڏينهڙا!
روز ساڳا ڏينهڙا!

ڳلڳتو ڳانڍي.
ڪوئي سوچي ٿو.

کهڙي هيءَ تاريخ جي
اونداهي آنڌي؟
ڪوئي سوچي ٿو.

لاش لُڙهن ٿا رَتُ ۾
ڪو ناهي ڪانڌي.
ڪوئي سوچي ٿو.

ڪاش ڪراچيءَ ۾ هجي*
اج اهڙو پانڌي.
ڪوئي سوچي ٿو.

* اپريل 1987ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿيل فسادن کان متاثر ٿي لکي ويئي.

هي جي آيا هيرَ
اهڙا مڙس مٺير
ڏاڍ نہ ڏنا ڏيهہَ ۾.

سِڌي آ جِن سِجَ ڏي
اوپَر ڏانهن اُلِيرَ.
هي جي آيا هِير..............

توڙي پنڌ اچا پري
توڙي واريءَ ڍيرَ.
هي جي آيا هِير..............

جِن جا پَرينءَ پار ڏي
گهَٽَ نوان ڪي گهيرَ.
هي جي آيا هِير..............

ಌಌ

پڙ ۾ آهہ پچار
گھر۔ گھگھيريون آئيون.

وجن پيون واٽ تي،
بانهُن جهلي بارَ۔
گھر۔ گھگھيريون آئيون.

ڏِئي ڏنڊين آڱريون،
ڏنو تن ڏهڪارَ۔
گھر۔ گھگھيريون آئيون.

سهسين سِجَن وانگيان،
ويڙهيچن ويچارَ۔
گھر۔ گھگھيريون آئيون.

نہ سِي پيرِين پيڪڙا،
نہ سي ڪوٺ ڪپارَ۔
گھر۔ گھگھيريون آئيون.

❧

هُوءَ جا ٻُجهي ٻَال،
آءٌ نہ سَلي عام کي.

- متان مِٽي تي وجي،
منهنجي مٽيءَ نال!

- متان اُلي وانگيان،
پڙڪِي ڪنهن پونچال!

- سدا منهنجي جيءَ ۾،
سانديو آهِ سوال:

- ”ڌرتي ڪڻهن ديس جي،
ٿيندي لالئون لال؟“

نتي منجهہ فرنگي۔
اج ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!

اي منهنجي تاريخ ڏسان ٿو
انگِ نہ تنهنجي اَنگي۔
اج ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!

جڙ تہ صدين کان منهنجي ڌرتي
رنگَ لَهُوءَ جِي رنگِي!
اج ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!

ڪنڌ اُهو ڪورايو ويندو
جنهن کي آهِ ڪَلنگي!
اج ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!

ڪائي واهہ نہ ڪائي واهر
واٽَ وسيهر وَنگِي-
اڄ ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!

پنهنجي پَرِ ۾ جيئڻ وارا
جَنگ ڪري ويا جَنگِي-
اڄ ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!

ڪيڏي وِهہ لڳي تي وائِي
ڏاهپَ جيڪا ڏنگِي-
اڄ ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!
اڄ ۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!
۽ ڪلهہ ۾ فرق بہ ڪهڙو!



تي ٻري لينن- گرادِ-
ٻمّ برسن ٽا پيا.

* اولگا جي شاعريءَ ۾
اڄ بہ تازي آهِ يادِ-
ٻمّ برسن ٽا پيا.

اڄ بہ منهنجا ديس تو ۾
چڙهہ تہ نازي بدنهادِ!
ٻمّ برسن ٽا پيا.

اي ڏکڙا! گهُلندين ڪڏهن تون
آءُ اي بادِ مُرادِ-
ٻمّ برسن ٽا پيا.



---

* اولگا برگال (Olga Bergolts) لينن گراڊ جي شاعره. هن جي شاعريءَ جو ڪتاب "لينن گراڊ نوٽ بُڪ" 1942ع ۾ ڇپيو هو جنهن ۾ هُن جا لينن گراڊ جي گهيراوَ جي باري ۾ نهايت تلخ نظم شامل آهن.

آيو سڄ متان
جڙ ڪنهن شعلي جان.
اجا پنڌ پُنو نہ آ!

رَڪُ رسالو شاهہ جو
لسيءَ لوٺي سان.
اجا پنڌ پُنو نہ آ!

پيرَن لالُ ڦلوڪڙا
لالُ ليارن ڪان.
اجا پنڌ پُنو نہ آ!

پورو ڪندي پنڌڙو
مارو شال مران!
اجا پنڌ پُنو نہ آ!

ڏرتي! بس توسان
ماٺهوءَ ٻول نه پاڙيا!

ـ آڏيءَ مانجهيءَ گيت ٿو ڳايان آءٌ اڃان.

ـ سپني منجهه رچِي وچِي ماٺهو نيٺ مٿان!

ـ (ماٺهو سُپنا ٿو اُٽي، پنهنجي رت پُنءِ مان)

ـ رانئِي جَر ٿَر آئِيو ڳاڙهو سج مٿان!



انت تہ اڇو آنھ
هاڻي پنڌي پري نہ آ!

تارن جهُرمٽ مان لهِي
مون سان نچڻو آنھ۔
هاڻي پنڌي پري نہ آ!

ڪيسين موڪيءَ مڏّ ۾
مون سان مچڻو آنھ؟
هاڻي پنڌي پري نہ آ!

هيل تہ ريٿو ٿو لڱين
اڃا بہ رَچڻو آنھ؟
هاڻي پنڌي پري نہ آ!

انت تہ اڇو آنھ
هاڻي پنڌي پري نہ آ!

’تون‘ تي تون آهين
منهنجي پون آهين،
او آيل! او سنڌڙي!

منهنجي سارِي ذات تون
منهنجي ’مون‘ آهين-
او آيل! او سنڌڙي!

تون ئي منهنجا بيت آن
تون وايون آهين-
او آيل! او سنڌڙي!

اڄا نڪتي ڇو نہ تون
ڪاهيءَ ڪون آهين؟
او آيل! او سنڌڙي!

ويريءَ جي والارَ ۾
ڏينهن تہ ڏون آهين!
او آيل! او سنڌڙي!

تون تيرهن سؤ سال
مون کان اڳ ڄايو هُئين.

- پوءِ بہ ڪو آواز ٿِي، هُرين منهنجي حالَ!

- منهنجو ماضِي آنهہ تون، منهنجا استقبالَ!

- ڌرتيءَ منهنجي ديس جي، توڙي لَکَ دلالَ.

- اڃا منهنجي رَتُ ۾، تنهنجا خواب خيالَ.

ﷺ

آهه ساڳي پارڪرَ۔
اڄ ڪٿي آ بيگڙو؟ *

ايتري آڪڙ ڪري تون
پيرَ ڌرتيءَ تي نہ ڌَر!
اڄ ڪٿي آ بيگڙو؟

نيت مِٽيءَ ۾ سمايا
جي بہ آيا هن نگر۔
اڄ ڪٿي آ بيگڙو؟

موت تنهنجو منتظر آ
اجنبي! ايڏي نہ ڪر!
اڄ ڪٿي آ بيگڙو؟
اڄ ڪٿي آ بيگڙو؟
اڄ ڪٿي آ بيگڙو؟

---

* سلطان محمود بيگڙو جو گجرات جو حاڪم هو، جنهن سورهين صديءَ ۾ پارڪر تي ڪاهيو هو.

سَکَرَ! ڪالهه ڏٺو هيو تو جيڪو هيمون،
اَڄُ بہ آهي پنڌ ۾.

– پونرا آيا ايترا، پِرِي پَٽِي پُون.

– سو بہ تنهنجو ديسڙا، هي جو منهنجو 'مون.'

– آهين سڀ جي ساهہَ ۾، سنڌو تون ئي تون!

⁂

هيمون ڪلاڻي،
وسرِي وسرِي ڪينڪي

- اَڄُ ٻـ جوڪا جيءَ جا، ۽ جاٽي واٽي.

- اجان چنڊَ چڪورَ جي، ساڳي ڪهاڻي.

- هُو جا ڏيئي لاٽ آ، ناهي وساڻي.

- ڏرتي پنهنجي ڏانَ جِي، ٽيندي ڏياڻي.

ٽي ويا ناهَرَ ڏنارَ
تون اڃا سمجهين نہ ٿو!

چورَ چوڪيدار آهن
گن پيا ڳُوڙهي پُڪارَ.
تون اڃا سمجهين نہ ٿو!

جيتَ ٽُنهنجي جيتَ ناهي
هارَ ٽُنهنجي نانهہ هارَ.
تون اڃا سمجهين نہ ٿو!

ديس، تنهنجو ديسُ ناهي
سارَ تنهنجي ناهِ سارَ.
تون اڃا سمجهين نہ ٿو!

اڄ تہ ڪَرڪِي ٿي هوا ۾
ڪونجڙين جي ڪا قطارَ.
تون اڃا سمجهين نہ ٿو!

ڇا ڏيان توکي ميارا!
تون اڃا سمجهين نہ ٿو!
تون اڃا سمجهين نہ ٿو!

❧

هاٿي تہ پري ناهي
سا مُنڊ اچي وئي آ.

ٿا ڳُلَ ٽڙن ڳاڙها،
چانگو تہ اچو ڪاهي!

مومل تہ گهٽو مُرڪي،
سوڍو بہ تہ ساڃاهي!

اَڄُ ڪاڪِ ڦُلاري آ،
ڪو پنڌ پيو آهي.

هاٽي لَڪَ دليون
گڏجي جڻ ڏڙڪن پيون.

پير ڏسن ٽا پنڌ ۾
ٻاڙهِي ويس ٻِليون-
هاٽي لَڪَ دليون
گڏجي جڻ ڏڙڪن پيون.

متان پائئين منزلون
پنهنجو پاڻ مليون!
هاٽي لڪَ دليون
گڏجي جڻ ڏڙڪن پيون.

لُڙڪ لڙي پيا، وينگسون
ڪولي هانءُ ڪِليون
هاٽي لڪَ دليون
گڏجي جڻ ڏڙڪن پيون.



هي جي ڪيئي ڳڻ
ٻُڌن پيا پاڻ ڪي.

جن سان گونجيون بستيون
توڙي گونگا بڻ۔
ٻُڌن پيا پاڻ ڪي.

وڏن پيا واٽ تي
گونجي منجهہ گگن
ٻُڌن پيا پاڻ ڪي.

وچڙي ويئي آگ ڪا
تن ڪي ٿَنَ بدن!
ٻُڌن پيا پاڻ ڪي.



هو مون کان چاءِ لاءِ ڏڪن ٿا
مون وٽ پيار سوا ٻيو ڇاهي؟

جهُونيءَ وِهُ تي جيئڻ وارا
امرت کان ڏاڍو ڇرڪن ٿا۔
مون وٽ پيار سوا ٻيو ڇاهي؟

هو سڀ موت جا ڪانگي آهن
جِيوَن تي ڪيڏو نہ چڙن ٿا!
مون وٽ پيار سوا ٻيو ڇاهي؟

ڪيڏا لاش سَلامِي ڏيئي
بندوقن تي آڪڙجن ٿا!
مون وٽ پيار سوا ٻيو ڇاهي؟

رات ڀَر تُنهنجِي پڪارَ
ننڊ کي نينڊي رهي.

اَڏُ ڏرتي سُرخ ٿي وئي،
ايترا آيا بهارَ!

ڪويَلُون ڪُوڪن پيون،
ڪوئي تہ ناهي چُپُ يارَ!

ڇو اچا گُلنار ناهن،
روءِ تنهنجي جا آثارَ؟

تو ڇڪين ڇُوهي جيان،
مون کي پراهين پارِ يارَ!

ꕥ

ڏَرٽَتِي پيئي ڏُڏِي
ڪوٺُ سارو تو لُڏِي
انقلاب ايندو ڪڏهن؟

ڪيتري ٻاڙهاڻ آ
لوهہ ۾ تي جا اُڏي۔
انقلاب ايندو ڪڏهن؟

اچ هَلي اوڙاهہ ۾
ڪير ڪَنڊيءَ تي ڪُڏِي!
انقلاب ايندو ڪڏهن؟

آءُ اي سيلابَ آءُ
جو ٻُڏي تو پيل ٻُڏِي!
انقلاب ايندو ڪڏهن؟
انقلاب ايندو ڪڏهن؟
انقلاب ايندو ڪڏهن؟

راتِ، نِڪـــارا گُئـا*
چنڊ پهاڙن مٿان.

ديس مٿان ڪيترا
روز ڪمانڊو مُئا!*
چنڊ پهاڙن مٿان.

بارَ هُيا، ديس جا
سَڏُ جڏهن تن سُئا.
چنڊ پهاڙن مٿان.

شال ٻَرن اوچتو
لونءَ اندر جي لُئا!
چنڊ پهاڙن مٿان.

راتِ، نِڪـــارا گُئـا
چنڊ پهاڙن مٿان.



---

* نڪارا گُئا _ Nicaragua
* ڪمانڊو _ Commando

نوٽ: نڪارا گئا ۾ 16، 17 ورهين جو ٻار ڪمانڊو آهن.

ماڳُ ڏسي جي مُرڪن ٿا
ڪاش! اُنهن سان مان بہ هجان.

منهنجي جوتِ تہ آهي جنهن جي
جَر ۾ هُو سيءَ جَرڪن ٿا،
ڪاش! اُنهن سان مان بہ هجان.

جنڊڙي ٿورو ساٿُ تہ ڏي، هُو
اُجيارو گهَرِ گهَرِ ڳن ٿا!
ڪاش! اُنهن سان مان بہ هجان.

1995ع

لڪيو لَڪِ چڙهن
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا.

ڏسي وَرديون واٽَ تي-
لُوڪڙ جيئن لڪن،
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا.

سي بہ تہ آهن ساٿَ سان،
نَٿُون جِن نَڪن-
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا.

ڪارونجهر جي ڪورَ تان،
گوليون ڳڙ ڳڙ ڳن-
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا.

يوڏيسر جي يونءِ تي،
ڪانئر ٿا ڪنبن-
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا.

هي جي اڪيون اندريون،
ڪيڏو ڏُور ڏسن!
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا!
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا!
ڏيهي منهنجي ڏيهہَ جا!

❧❧

سُـوسيـون سـبايــو
اجهو آيا گهوٽڙا.

ڪِيٺُ ڪُميتن تي اُٺي،
لونگيون لٽڪايو
اجهو آيا گهوٽڙا.

ڪاري راتِ رمِي وئي،
سِجَ ڪَنِيءَ آيو
اجهو آيا گهوٽڙا.

ڏسي رستا رَتُ سان،
متان گهٻرايو!
اجهو آيا گهوٽڙا.

منهنجو تو لئہ ديسڙا،
لايوَ سجايو
اجهو آيا گهوٽڙا.

آهن بند ڪِواڙَ
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جِي.

پوءِ بہ ڪُوءِ ڪَلال جِي،
تاڙيءَ لئہ هيءَ تاڙَ!
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جِي.

سارا ڪوهہَ ڪيپي وچن،
ٻاڙَ بہ اهڙي ٻاڙَ!
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جِي.

منهنجِي آجائِي ٿيا،
جيڪي منهنجِي ماڙَ،
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جِي.

او شل! جيئَنِ جُوءِ سان
لاڙِي منهنجا لاڙَ.
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جِي.

ٿر ۾ ڇَنڪي آهي،
ڪانگهه* تي چانڊوڪي.

ساري رات اَسوءَ جا بادل،
جن تان لَٽڪي آهي،
ڪانگهه تي چانڊوڪي.

چؤڏس واريءَ تي چانديءَ جِئن،
هيءَ جا ڏِٺڪِي آهي،
ڪانگهه تي چانڊوڪي.

تون جو ڪَٽَ تي ڪونـ ڪِڙيل آن،
هر هر ڪَٽڪي آهي،
ڪانگهه تي چانڊوڪي.



* ڪانگهه- ٿر جو هڪ وڻ، جو ريتائينءَ زمين تي ٿيندو آهي ۽ جنهن ۾ ڳاڙهيرا گُلَ ٿيندا آهن.

اوچتو ويندينءَ مِلي،
*سامروٽيءَ ۾ ڪڏهن.

ياڪُرين پوندينءَ اچي،
ڪِيرَ وانگر تون ڪِلي-
سامروٽيءَ ۾ ڪڏهن.

چنڊ هيٺان پائبي،
رات پر ساڳي رِلي-
سامروٽيءَ ۾ ڪڏهن.

آهہ جڏهن آسائتي،
ڳوٺ جي هرڪا ڳلي-
سامروٽيءَ ۾ ڪڏهن؟
سامروٽيءَ ۾ ڪڏهن؟
سامروٽيءَ ۾ ڪڏهن؟



* سامروٽي- ڏيپلي جي اُتر وارو ياڳو.

اَڄُ تہ اوچا اَڪَ،
ڏسن ٿا آڪاس ڪي.

اجان ٻُوليو ٿا پيا
مانڊاڻو ۽ مَڪَ!
اَڄُ تہ اوچا اَڪَ،
ڏسن ٿا آڪاس ڪي.

ڌرتي سڀ ڌونڌاڙجي،
جَڪَ بہ ايڏا جَڪَ!
اَڄُ تہ اوچا اَڪَ،
ڏسن ٿا آڪاس ڪي.

*جهُوڙا جهنبا تي وبا
لُوهہَ گهُلِي جو لَڪَ!
اَڄُ تہ اوچا اَڪَ،
ڏسن ٿا آڪاس ڪي.



* جهُوڙا - مٽي تي وار جي مُڇو ڪري ٻڌا ويا هجن.

گَنديون چُپايو
متان پڙون مينهڙا.

ـ اکيون اکين ۾ وجهي، ڳُجهو ڳالهايو.

ـ ساٽاريو ساٿَ سان، ورلي ورجايو!

ـ آزاديءَ کي ماڳَ تان، متان موٽايو!



هو اوچو آڪاس
اُبِ پَٽي اُپري!

اجان توکي سُپرين،
سارِي منهنجو ساسُ،
اُبِ پَٽي اُپري!

اجان مون *آنتهه- ڪرنُ،
تيو نه آهي ناسُ،
اُبِ پَٽي اُپري!

ساڳو مڙهيءَ ڏُوپ آ،
ساڳو آهي واسُ،
اُبِ پَٽي اُپري!

سانوڻ جئن سِرجي پيو
مون ۾ ڪوئي وشواسُ،
اُبِ پَٽي اُپري!

---

* آنتهه ڪرن- اندر جو آدمي، ضمير.

جئن جئن گهٽي جاڙَ
تئن تئن ويجهي ماڙَ
اجهو وُنا مينهڙا.

ڪاڙهي ۾ ڪيڏانهن ويا،
سارا ڏَرَ ڏراڙَ؟

اجهو وُنا مينهڙا.

ٿَر تي تڏيري هوا،
آندي آ آڪاڙَ

اجهو وُنا مينهڙا.

اَيرا وڻ اُڪڙي ويا،
ڪيئي جهُونا جهاڙَ

اجهو وُنا مينهڙا.

اج به آ آڙنگ ۾،
تاڙي ساڳي تاڙ

اجهو وُنا مينهڙا.

ٻهڪي ٿِي ٻڪرال،
مينهن وسن ٿا ڄيٺ جا.

ـ اُيرن ٿا آڙنگ ۾، ڪيڏا خواب خيال!

ـ هُيا اَبر آسري، مارو توڙي مال.

ـ آيا اُتر مينهڙا، اَڄُ تہ يلائي يال!

ڪالهه هُيا آڙنگ،
اڄ وسي ٿو وڏ-ڦڙو.

ڪيڏو مَنَ کي ڀانئيا
سانوڻَ رنگ سُرنگ،
اڄ وسي ٿو وڏ-ڦڙو.

مارو سارا موهيا،
ڏسي وِڄُن وَنگ-
اڄ وسي ٿو وڏ-ڦڙو.

ريلي منجهه لُڙهي ويا
دنگ ٻه کهڙا دنگ،
اڄ وسي ٿو وڏ-ڦڙو.

اڳتي تنهنجي آسرِي
ننگِي توتِي ننگ،
اڄ وسي ٿو وڏ-ڦڙو.

❧

ڍَوَ ٽيندا ڍاٽيئڙا!
سنگَ سُڪن ٽا.

ٻاجهرئِن چڙهه ٻاجهہَ ڪئي آ،
لُنءِ لُنءَ آهي ليئڙا،
سنگَ سُڪن ٽا.

تارن وانگر ٽمر ٽمر ڪن ٽا،
ڏهر ڏهر ۾ ڏيئڙا،
سنگَ سُڪن ٽا.

اڄُ ٻہ تن جي سار اچي ٿي،
ڏُور ويا سانگيئڙا،
سنگَ سُڪن ٽا.

ايندا ايندا نيٺ تہ ايندا،
جاڳُ اجا ڪجھ جيئَڙا!
سنگَ سُڪن ٽا.

گجن ٿا گجگاٽ،
اڄ پيون اوڙڪون.

اڃان تو لئہ ڏيسڙا،
آهي ساڳي واٽ.
اڄ پيون اوڙڪون.

متان ماڳُ مُنجِهي پَئِي،
اوچي رکو لاٽَ!
اڄ پيون اوڙڪون.

مينهَن ماندا ٿا ڪيا،
اڄ ڪهڙا گهر گهاٽ؟
اڄ پيون اوڙڪون.

وِيل آن ساهِي پٽڻ جِي،
موتُ، منهنجي لاءِ تون
آخري منزل نہ آهين.

مان اُبَن ۾ ڪيئن رهندس،
مون ڀُلائي نانهہ ڀُون!

هُو وسي ٿو وڏ۔ڦڙو
سايون ٿيون ٿر ۾ پِٽون!

جي اچان موٽي تہ مون کي،
ڪنهن هرڻ ۾ پاءِ تون۔

موت، منهنجي لاءِ تون
آخري منزل نہ آهين.

❧

مٿان وسِي ماڪَ،
گُوار پَٽيندِي ڪاهڙِئين.

- پرهه جو پنهواريون، ڪيسين ڏَڪن ڏاڪَ؟

- پويون لوڙائو چئو، راتين جا رولاڪَ!

- مٿان اورانگهي وڃو ڪڏهن ٽرين ٽاڪَ!



تاريون هِئن نہ ٽوڙ!
ڀلي مَجر موڙ
آيا سانوڻ ڏينهڙا.

ڏاڍو مينهن وسي پيو،
ڏاڍو ٻوڙان ٻوڙ
آيا سانوڻ مينهڙا.

لڱهہ جي لالاڻ کي،
اُتر، اِئن نہ وڳوڙ!
آيا سانوڻ مينهڙا.

واڙي رک اج واڙ ۾
ڇيلا ڇيڪ نہ ڇوڙ
آيا سانوڻ مينهڙا.

❧

اوڳي اوڇي ڳاٽِ،
تو نہ سُڃاتا سُپرين!

جن جي ٻُنيي ٻاهران،
پَئي پوي لاٽَ،
تو نہ سُڃاتا سُپرين!

تنهنجي ٻانهُنِ روڪيا،
چوڙين جا ڇٽڇاٽ،
تو نہ سُڃاتا سُپرين!

وَئي ڪان پوءِ واڻڙي،
ورتئہ تن جي واٽَ،
تو نہ سُڃاتا سُپرين!

مَٽِ بہ تو وٽ مَٽِ،
ڪهڙا منهنجا ديسڙا!

- ڇا مون پيتي ڪانہ آ، تنهنجِي لُڙڪن لَپَ؟

- وايون توڙي بيت ها، اڳ نہ روڪيا ڏپَ.

- اڄ ڇو رتو رت ڪيا، مون پيڪوڙي ڇپَ؟

ناهي ڪا ننڍڙي،
ڳوڙها منهنجي من ۾:

ـ هيءَ جا هاڙهي ڏي هلي، ماڳُ نہ آ منڍڙي.
ـ پيرين پائِي گُهنگهرو جاڳَ نہ آ جنڊڙي.
ـ ساهَسُ ڪوئي ساههَ ڪي، راتِ تہ آ ڪنڊڙي.

ڏيندي وِڄَ وڪڙَ
گهُورِي ڪارا ٽڙَ،
مون سان جي ڪاوڙ ڪندين.

چوندءِ، ”هي ڇا ٿو ڪرِين؟“
جهَلي جهونا ٻڙَ—

واريءَ وَليون ڦِهليون
هي سڀ ڪنهن جا وڙَ؟

ڏٺيون هڙيون وانئڻيُون
ڪهڙِي ٿـڙ اَوٿــڙَ؟

تنهنجي ڌرتيءَ تي گهٽا
مون جئن ٻيا سِرَ ڌَڙَ؟

مون ٻن تارا اُڀيَ ۾
ٻيرو! هيا ڳڙَ.

پوءِ ٻہ مان ٻانهون ٻڌان،
مون ۾ نانهہ آڪڙَ!

ೋೋ

نِوڙي نِوڙي پِيهُ،
پيهي پَٿَ تي ويهُ!
پيهر ايندءِ ڪينڪي.

ڏولا ءِ ڏاڪڙا
جن لئہ سارو ڏيهُ۔
پيهر ايندءِ ڪينڪي.

هي جي جوڙٽهار جِي،
راڳِي ڏِين ريهُ۔
پيهر ايندءِ ڪينڪي.

جهونگاريندو وائِيون
سدا جِن ساٽيهُ۔
پيهر ايندءِ ڪينڪي.

هي جو گيت اڌورو آهي
پوئين وقت چپن تي.

ڪنهن بہ تہ ان ڪي ڳاتو ناهي
هي جو گيت سمورو آهي؛

برڪا جهڙا گيت ڏنا مون
توڙي جيءَ تہ ڪوُرو آهي!

گهر گهر تي چانڊوڪي ڇانئي
چَنڊُ گهٽيءَ ۾ پُورو آهي؛

آءٌ پوان تو ليٽي يارو!
سيرانديءَ تنبُورو آهي.

***

ڏرتي، مون سان وڙ
تون ڇا ڪندينءَ جيئري؟

- ڪِري ڪان پو سانپيا، تو سپ جهونا ٻڙا!

- جُڳَن تائين تي وچي، جيڏا، منهنجي جڙ!

ڪيئي ڳوئنچ ڦلاربا، پڇاڻان پَت- جهڙ.



اُتي آڏيءَ رات جو،
تولئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيھہ جا.

ڦُڙا ڦُڙا ماڪ جا
جڏھن ڦُلن جھولڙيون،
تولئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيھہ جا.

جن تولاءِ سڳنڌ جون
ڪيئي ڳِليون ڳولڙيون،
تولئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيھہ جا.

ڀنيرڪي جو ڀُنءِ مٿان
ريڪون نيٺ رتولڙيون،
تولئہ ٻولن ٻولڙيون
پکي ڪي پرڏيھہ جا.

ڪيسين لِڪَ لِڪي
سُونهن پَريان ئي پڌري

جهونجهڪڙي جي جهانءِ ۾
ٻهراڙِي ٻهڪي-
سُونهن پَريان ئي پڌري

نينگر نِوڙي ڪوهه تي
تارن ڏولُ ڇِڪي-
سُونهن پَريان ئي پڌري

پرهه تي پارون اچي،
ڪيسين رات تِڪي!
سُونهن پَريان ئي پڌري

ﷲ

جي تنهن ڪائي وَٽَ،
سُپيريان جي سَٽَ،
مُنڊ پريان ئي پڌري،

چمڪِي چوڏينهَن چنڊ جان،
نِمِي هُن جي نَٽَ-
مُنڊ پريان ئي پڌري،

هيءَ جا بوءِ بهار جي،
کهڙِي تَنهن جي ڪَٽَ!
مُنڊ پريان ئي پڌري،

اهڙو ڪو آواز اَڄُ،
ڪونهي ڪِينرَ پَٽَ،
مُنڊ پريان ئي پڌري،

وڻن پيا واٽ تي، سُورج مُکيءَ ڪيتَ،
اڃان جيئڻ ڏينهڙا.

– اڃا رومِي رتُ جِي، اڃا ساڳيا بيتَ،
اڃان جيئڻ ڏينهڙا.

– اڃان وايون ڪيتريون، منهنجي چيتَ اَچيتَ،
اڃان جيئڻ ڏينهڙا.

– اڃان ٿورو دير سان، ڪارا ڪِٽُ ڪميتا!
اڃان جيئڻ ڏينهڙا.

❧

پيو مينهن وسِي،
آيا سانوڻ ڏينهڙا.

نہ سِي گوريون گهاٽ تي،
ڳِلِي گيت نہ سِي،
آيا سانوڻ ڏينهڙا.

رَويءَ* اکيون جهانوريون،
ڳڳريون کونہ پسِي،
آيا سانوڻ ڏينهڙا.

گنگا جي گجگاٽ ۾،
ڪيسين ناوَ ڳسِي!
آيا سانوڻ ڏينهڙا.

اڳتي ڪارونيار ۾،
ڇاهي؟ ڪيرُ ڏَسِي!
آيا سانوڻ ڏينهڙا.



* سوپي گيانچنداڻي جي روايت آهي تہ جڏهن هو شانتينڪيتن ۾ پڙهندو هو، تڏهن ٽئگور پوڙهو ٿي چڪو هوءِ آڪاس ۾ ڪڪر نہ ڏسي سگهندو هو.

برکا رُت، اڏا رات، ڇڇهري،
پاڻي پُڇَڙ تارن جئن.

- منهنجي من ۾ ڪيئي سارون
ساوڻ جي وسڪارن جئن.

- دور دور تي بادل آهن
ورهين- وڇڙيل ٻارن جئن.

هر هر من ۾ گيت دُکن ٿا
آڌيءَ جي انگارن جئن.

منهنجي سيني تي اڃان
تنهنجو ساهه ڪجهه پيو!

- تنهنجي سارَ- سراءِ جو پيرو ڪيئن پڇان!

- تولهه ٻي ڪنهن شهر ۾، ڇاجِي لاءِ وڃان؟

- ڇا تون مون کان دور آن؟ اِهو ڪيئن مڃان!

بادل ٿا برسَنِ،

جيڏا وري جهوڪَ تي.

ـ شاهہ عنايت اُيَ مان، چِمڪي ٿو چَن چَنِ،

ـ نہ تہ سونگِي سنڌڙي، نہ تو ڏاڍِي ڏَنِ!

ـ مَٿن مٿي هٿڙا. سدا شهيدنِ،

ـ آهن اسان سان اجان، مري جي نہ مَرنِ!

تو کِئن ساريان
سجڻ ٿڌي ساهہ سان!

- اڇڙو آهين اوچتو توکي کِئن واريان!

- ڪويل وانگر ڪيترو تولئہ پڪاريان؟

- اِجهو اولهہَ ۾ لٿو ڪيسين نهاريان؟

- ڪائي ڏِکَ تہ ڏي ڪڏهن، هانءُ نہ جئن هاريان!

کهڙي ڳرٽقُلَ
توکي هئن سُرهو ڪيو؟

ـ ڪنهن توکي اَڳ آڇيا، ههڙا ڀاڙها ڳُلَ!

ـ مون کي ڏنئي جيئري، مُلَ بہ کهڙا مُلَ!

ـ آءُ تہ سارو سانت هان، تو وٽ هيڏا هُلَ!

اونهاري جون راتڙيون، ننڊ نہ اچي ٿي.

گرم هوا جي گود ۾، واڙي پچي ٿي،
ننڊ نہ اچي ٿي.

ڪائي رويا نرت سان، سامهون نچي ٿي،
ننڊ نہ اچي ٿي.

جڻ ڪائي ڳوٺا وري، رت ۾ رچي ٿي!
ننڊ نہ اچي ٿي!

اهڙي اڳ۔ ڳٽتي
کهڙيءَ ڳوٺ کي هئي؟

ڪنهن هئن دانهن ٻڌي هئي
ڏکيءَ ڏرتيءَ جي؟

ڇا اڳ ڏيهہ ڏنا هيا
ڏاهپ هِئن ڏمري؟

من۔ پيڙا جي ٻولڙي
ڪنهن هِئن ڳُرلائي؟

اَنيَوءُ جو پَنِ پَنِ،
ساڳي ساوڪ ساهہ ۾۔

۔ برڪا رت جِي باک جٽن آئينءَ منھنجي مَنِ،

۔ جيڏِيؤ! منھنجي جيئڙِيءَ واري واڳَ وطنِ،

۔ مون سان گڏجي ويھہ اڄ، سانوڻ سنگھاسَنِ!

سمنڊ جئن گرجا جا گِهنڊَ
ڪئن نہ لهريون تي وچن ٽا!

راتڙي تارَن ڀريءَ ۾ ڪاٻہ مون کي ناهِ ننڊ!
سمنڊ جئن گرجا جا گِهنڊَ
ڪئن نہ لهريون تي وچن ٽا!

چؤطرف آ شور ڇا جو؟ ڏس تہ ڪنهن کي آهہ ننڊ؟
سمنڊ جئن گرجا جا گِهنڊَ
ڪئن نہ لهريون تي وچن ٽا!

جڳّ سارو جاڳ آهي، جاڳ کي ساڃاهِ ننڊ!
سمنڊ جئن گرجا جا گِهنڊَ
ڪئن نہ ڇوليون تي وچن ٽا!

ڪيترا ڏيئا ٻرن ٿا، رات آئي،
رات آئي.

آءُ منهنجي هنج ۾، منهنجي سُهائي!
رات آئي.

چنڊ وانگر هيءَ تنهنجي ويجهڙائي!
رات آئي.

وِير جئن اُڀِري اسان تي، ننڊ ڇائي،
رات آئي.

سَمنڊ ۾ ڪيڏي نہ سندرتا سمائي!
رات آئي.

نوري! مهاڻا

سارا تنهنجي چار ۾:

- اِئين رهه آزاد جِئن پکي اُڏاڻا!

- چو تہ تون چڏين جام لَئہ ماڳر جا ماڻا؟

- ڇَري کيِنجَهر کنڊِئين، بُرا نہ ياڻا!



هي جو منهنجو ماسُ،
هي جو منهنجو ساسُ،
ڪلا ڪارڻَ ڪيترا!

اجا ڪائي اُروشِي،
ٻُولي ڪالي داسُ،
ڪلا ڪارڻَ ڪيترا!

چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي،
آڏيءَ جو آڪاسُ،
ڪلا ڪارڻَ ڪيترا!

ڏينهن تتي جا ڏاڪڙ،
واريءَ منجهہ وِماسُ،*
ڪلا ڪارڻَ ڪيترا!

سيڪجهہ مون سان ساٿِ آ،
ڪجهہ بہ تہ ناهي ناسُ!
ڪلا ڪارڻَ ڪيترا!

---

* وِماسُ- انتظار تڪليف.

پوئين ويرَ اچي وئي آهي، ها پر مان نہ مڃان-
مان نہ مڃان، او مان نہ مڃان، او مان نہ مڃان!

- گيت ڳلي ۾ آهن ڪيئي ،سانوڻ سنگ اچان؛

- جيسين ڪَڙ ڪَڙ ڪانَ وڃن تا، پنهنجي سينگ سڄان؛

- روشنيون تي رم جهم برسان، سار پيولَ پيچان؛

- اَنت اُهو انڌيارو آهي ،جنهن ۾ نيٺ وڃان-

مان نہ مڃان، او مان نہ مڃان، او مان نہ مڃان.

ويئي ڙي ويئي
ڏُنگي وڄَ درياهہ ۾.

ويئي ويئي اوچتو
جَر جهوٽو نيئي.
ڏُنگي وڄَ درياهہ ۾.

اُييون آهون ڳَن پيون
ڪنڌيءَ تي ڪيئي.
ڏُنگي وڄَ درياهہ ۾.

پهتيون پريںءَ پار ڏي
اکيون اکيئي.
دنگي وڄَ درياهہ ۾.

ڪيترو تو ۾ اُهاءُ!
ڪيترو تو ۾ هُڳاءُ!
چڙ تہ ڪوئي ڪيت آهين سؤنف جو!

پيارُ! تنهنجي سارَ ۾،
مون کي نہ آهي رَڪ رڪاءُ.

پيار جي خوشبو لِڪي ڪِئن،
تو اُڏامي چڙ تہ واءُ!

تون جتي اَن سُونهن آهي،
اي پرين تنهنجو سماءُ-
چڙ تہ ڪوئي ڪيت آهي سؤنف جو!

﴾﴿

تون جڏهن گذرين تہ واڙيون
سؤ سڳنڌون تي ويون.

ڦهلجي ويو واس تنهنجو، جڻ تہ پرڏيهي پرين!
ڍنڍ تي اُڏريون تہ آڙيون-
سؤ سڳنڌون تي ويون.

تون ملين سڀ جڳ مليو منهنجا گُلن جهڙا سڄڻ!
پنڌ ۾ ساريون پهاڙيون-
سؤ سڳنڌون تي ويون.

پيار جي مَڌ ۾ گهَڙيون، ويندِي امرتا کي رسيون،
زندگانيءَ کي لتاڙيون-
سؤ سڳنڌون تي ويون.

ياد اچين ٿي تون،
ڪجهه ٻہ ٽہ نہ ٿو آئڙي!

پاڻُ ڪٺي وئينءَ پاڻَ سان،
مون مان منهنجي ”مون“-
ڪجهه ٻہ ٽہ نہ ٿو آئڙي!

جڻ ڪنهن گهاٽي مَنّ جان،
مون ۾ آهين تون!
ڪجهه ٻہ ٽہ نہ ٿو آئڙي!

سِجَ لٿِي جو ڳالهڙيون،
منهنجِي ٿَرِ تنهنجون-
ڪجهه ٻہ ٽہ نہ ٿو آئڙي!

جڻ ڪا جانجهہَ وڃِي پَئي،
ڇڏّٽي آهي يُون!
ڪجهه ٻہ ٽہ نہ ٿو آئڙي!
ڪجهه ٻہ ٽہ نہ ٿو آئڙي!

مـيگهہ دوتَ تنهنجوـ
نياپو چو نہ ڏنو آ؟

اونداهِي آڪاس مان
وڏڦِـڙي واڪـو!
ميگهہ دوتَ تنهنجوـ
نياپو چو نہ ڏنو آ؟

وِڄُ وراڪا تي ويا،
وسڪارو ڪيڏو!
ميگهہ دوتَ* تنهنجوـ
نياپو چو نہ ڏنو آ؟

تنهنجي مُند اچي وئي
ها، پر ساجَن چو
ميگهہ دوتَ تنهنجوـ
نياپو چو نہ ڏنو آ؟
نياپو چو نہ ڏنو آ؟



---

* ميگهہ دوت ـ مينهن جو نياپو آڻيندڙ ڪالي داس جي نظم جو سرو.
پربہ -پرين

تنهنجي ڳنجهي جٺن پريہ *
ڪِلَ پئِي گونجِي،
توکي ساريان ٿو.

هي مَڏماتا نيڻ جڻ
ڪِيپُ پيو ڇُلڪي!
توکي ساريان ٿو.

منهنجو ڪنڌُ اچا بہ آ
تنهنجي ڪُلِهي تي،
توکي ساريان ٿو.

توڙي ويجهي ڪانہ آن
ناهين پو بہ پري!
توکي ساريان ٿو.

---

* پريہ – پرين

چنبڊَ جا پاڳي نہ پيرِي
ننڊَ چورائي پيو!

واءُ ۾ ڪوئي پکي آ
لات جنهن جي آ اَويرِي-
چنبڊَ جا پاڳي نہ پيرِي
ننڊَ چورائي پيو!

اُپَ تي ايڏي اَچائِي
ننڊڙيءَ جي آھہ وِيرِي-
چنبڊَ جا پاڳي نہ پيرِي
ننڊَ چورائي پيو!

تو بنا ويئي آجائِي
عُمر گهَنگهر ۾ گهٽِيرِي-
چنڊَ جا پاڳي نہ پيرِي
ننڊَ چورائي پيو!

ڪِئن چئون ڪنهن وقت ٿيندا
ڳوڙ جا هِي ڪوٽ ڍيرِي!
چنڊَ جا پاڳي نہ پيرِي
ننڊَ چورائي پيو!



## گيت

هيڪلڙو من هيڪلڙو

وڻ ۾ پنَ ته ڪيئي آهن
پوءِ به پن پِن ُهيڪلڙو

دور ڳدم تان پنڇيءَ وانگر
هيٺ ڏسي بَن ُهيڪلڙو

لهرون، لُڙ، درياهه گهٽيئي
تار تري تَنُ هيڪلڙو

ڪنهن کي آڇي، ڪنهن سان ورڇي
منُ اُتم - ڌنُ هيڪلڙو!

*

ايڏي چُپ اَپار
چڱي تہ ناهي يار!

جي تو وٽ ڪوئي گيت نہ آ
ڪا جيءَ منجهان جهونگار.

ايڏي چپ چڱي تہ نہ آهي!
پُڙ جهُڙ ڪا پڙڪار!

زنجيرن لئہ زور نہ آ جي،
ڪا جهيڻي جهڻڪار!

ڪاري رات ابد تائين آ،
اونـدهِ تـارون تـار.

پوءِ بہ تِي ڪا جيءَ جهروڪا
لُـنءَ لُـنءَ منجـهہ لغار!

پوءِ بہ ڏئي ڪا واءُ وراڪا
ڪـونجـڙين ڪُـٺـڪار!

چڱي تہ ناهي يار
اپـار! چُـپَ ايـڏي

✵

ڳاءِ وري ڪجهه ڳاءِ بانورا
ڳاءِ وري ڪجهه ڳاءِ!

امرت رَس ڇلڪاءِ بانورا
ڳاءِ وري ڪجهه ڳاءِ!

سجُ تپي ڏئي، ان ڪان اڳ ۾
رَنگَ نوان برساءِ بانورا
ڳاءِ وري ڪجهه ڳاءِ!

پوپيان پلَ پڪارون آهن
تن کي تون نہ لنواءِ بانورا
ڳاءِ وري ڪجهه ڳاءِ!

❋

ڏڪڙَ مينهن پلي وسي، ٻوڙي تہ ٻوڙي
ها، ها پل ٻوڙي
پائو پل ٻوڙي!

اُپري سِڄَ اُلهي ويا، ڪيسين ڪو لوڙي؟
ڪيسين ڪو لوڙي؟
پائو ڪو لوڙي؟

راهہَ ملي ڪا رُڄ مان، ڪيسين ڪو ڊوڙي!
ڪيسين ڪو ڊوڙي؟
پائو ڪو ڊوڙي؟

زنجيرون زندان جون ٽوڙي ڪو ٽوڙي!
ها، ها پل ٽوڙي
پائو پل ٽوڙي!
ڏڪڙ* مينهن پلي وسِي، ٻوڙي تہ ٻوڙي

❋

---

* ڏڪڙ مينهن نہ وسڻا وسي تہ ٻوڙي (هڪ چوڻي)

موت کي مات ڏني آهي ڪنهن
چاتر گياني سوچي-

انت تہ ساڳو آهي، ڪهري
آنا ڪاني؟ سوچي-

نهر اُتي ئي، لهر تہ آهي
آني جاني! سوچي-

پر هيءَ ڪوتا مرڻي ناهي
ڪا مَن -ماني سوچي-

چاتر گياني سوچي ...........

*

## غزل

سانوريون نينگريون، پنڌ ۾ ٿڪَ لُڏن،
جيٺ ۾ جڻ پپيا، انب جا وڻ لُڏن.

دور ريباريون، جڻ وٽڻ تاريون،
واٽري ۾ پپيا، ڪيترا ڏڻ لُڏن!

چا اُتر جي تپت، تو وساري چڏي؟
روز جهولا لگن، انب جا وڻ لُڏن!

پيار تنهنجو پرين، ايترو ويجهڙو!
دل دَهڪجي وئي، ڪئن نہ ڏانوڻ لُڏن!

هيءَ بہ آ شاعري، جنهن سَرءُ ڪانہ آ،
روز بادل وسن، روز ساونڻ لُڏن!

❋

پاڻ کان ڪنهن هَرڻ جيان نہ ڀڄو
رڻ ۾ رهڻو آوَڻ جيان نہ ڀڄو.

سِڪَ ۽ چِڪَ ۾ رهي ويچو
بار جي مُنهَن ڏي ٽَڙ جيان نہ ڀڄو.

آسمانن ۾ شور تي گهاريو
وڄُ وانگر وَسڻ جيان نہ ڀڄو.

نہ ڏٺي آ نہ ڪو ڏنار آهي
مينهَن جِي ڏينهن ڏڻ جيان نہ ڀڄو.

ساٿيو! ڳورهاريءَ ڌرتيءَ تي
وقت کان اڳ ڄَمڻ جيان نہ ڀڄو.

پيرَ ڪوڙي رهو پهاڙن تي
پٿّرن جي ڪِرَڻ جيان نہ ڀڄو.

رَتَ روڪي وِڙهو "اياز" اجان
ڪانئرن جي ڀَڄڻ جيان نہ ڀڄو-

هاڻ تہ سيڪجهہ تو ٻرِي،
رات پتنگا مون ڏٺا
ٻارڻ ڪان اوري پَري.



ترس ميان ڪپڙا مَٽيون!
موت تہ ڀيو ڪجهہ ڪونہ آ
بس، ٿوري ساهي پٽيون.



ڇا نہ ڪبير جي واٽي!
”رام ڪرشن مرندو ڏٺو
چارئِي ويدَ ڪهاٽي.“



واهہ ڪبير جي واٽي!
”مالا ڪاٺُ تہ ناڪُر نِڪرُ،
تيِرٿ ٽُتو پاڻِي“



ميِنهَن ڪيو آ ماڳُ،
روهِي اُنڙي يار فريدا
هاڻ تہ نِندان جاڳُ!



ڏُور نہ تُنهنجِي ڏِکَ!
توکان اڳتي آهہ ڇا
تون ٻہ تہ هڪڙي وِکَ!



گيت نہ پَرکيئہ ڍولَ!
ڪرشن چڪر جئن ويا
جن جا سارا ٻول.



سمجهو تـــا لـوڪو!
راهُو مرڻو ڪونہ آ، *
مـري ويــو ٻيو ڪو.



ماروءَ ڏٺا وينڊ!
جن سان ڪِرڙ ڪڪوريا
ڪنهن سي ڏٺــا نينڊ!



جُڳ تِي ويا ٻينِي،
هاڻ تہ اَرتيون چوليون
آيـــون مٿــي تـــي!



وهوا وَنُ اَننت جو!
واچـوڙو وٺـــراهہ ۾
آهي جڻ تہ بسنت جو!



* راهو: شهيد فاضل راهو.
"ميان بُليا، اسان مرڻا ناهين، مر گيا ڪوئي هور"
(بلهي شاهہ)

پاٽيءَ تي ڦوٽو
ڪيئن چوان ڪيڏانهن ويو؟
باقي هي فوٽو!

♦

هونئن ته هِي ڍايَل،
توکي ڏسي پو بہ جهڙ
اکيون بکايَل!

♦

ڪيسين نچي مورُ؟
بيهر آيون چو نهِي
گهٽائون گهنگهورُ!

♦

اکيون پٽيو ڙِي!
هيءَ جا باک بسنت جي
اُٿِي جهٽيو ڙِي!

♦

اکيون کوليو ڙِي!
هي جي وڻ ٽڻ موريا
تن سان بوليو ڙِي!

♦

هي جَڳ مَڳ جِيوَنُ-
چا چا هن سنسار جو
سهسِين رنگ سُپنَ!

♦

متان آڻين مَنِ
هي جو پنُّ سُڪي ڪِريو-
سهسين ساوا پنَّ!



هيءَ ڪنهن جي آ تاتِ؟
جيءَ جهروڪي مان ٿِي اچي
پيئي ڪائي لاتِ!



ڪنهن هي ڪالهه چَيو
”ڦول نه ڦُٽو ٿار تي
منهنجِي پاندِ پَيو!“



اهڙو اونهارو!
چنڊ مٿانهون مونجهه ۾-
پاڻيءَ جو وارو.



روجهڙيون پيِيڙيون-
سج لهي ٿو سانت ۾
سامهون گِيدوڙيون.



اج بہ سانيَر ۾!
ڳاڙها گُل ڦلاريا
روهيڙِي گهَر ۾!



وسي پيو ٿرُ-
چيلا چُپن ٿا پيا
ڪُونيٺَ، ڪارونجهرُ!



ڪيئن وساريان؟ ڪيئن؟
جارِيُن پيرُوُن منڙا
ڪنهن جي چُمِين جيئن!



تنهنجو ڪهڙو سَنگُ!
”لڳو لاهوتين سان
روحَل! تنهنجو رنگُ؟“



چوُ تون ڪهڙِي يُون؟
منهنجون سِڪن اکيون،
ڪٿي آهين تونُ؟



مان جنهن توليءَ ۾،
تنهن وٽ ٻاڙهي سڄَ جون
ٻاهوُن بوليءَ ۾.



آيو آيو ڍولُ،
سونَ- سَريکو سُپرين
جنهن جو تولُ نہ مولُ!



سورج نديءَ تي
رَويا تون ڇا ٿو ڏسين؟
دونهون *هُگليءَ تي!

ڪيڏو سانت -سناٽا!
سُنَ وسِي ٿي روهه تي،
ڪونجن جو ڪُرلاٽ-

♦

ٻي سڀ جَڏِي ڳالهه،
ڪُهاڙيا، ڪوڏاريا،
گوڏر وڏِي ڳالهه!

♦

اڃا آهين ٻانڊِ!
ساڳيو ڪسو ڪرم ۾
ساڳي ڏوري ڏانڊِ!

♦

ٻيهون، نہ ٻيهون؟
لِيڙا لَس وڃن پيا
ڪيچَ- ڏٽيءَ ڪيهُون!

♦

چڙن جي چُرَ چُرَ-
گنديون چَريا ڇِيلڙا
متِي ڪٽِي ڪُرَ.

♦

---

*هُگلي - نديءَ جا ڪلڪتي مان وهندي آهي.

وَريا چو نہ وَلَــرَ؟
ننڊ نہ آئي رات يَرِ
ڳنِ پَئِي ڳُوڳَرَ-



هــي چــا تــو چاهيان؟
ڏنــل ڏاڏاڻــن جـــي
لـوڙِــي ڪيئَـن لاهيــان!



مـتان ڪـجهہ واري،
ٿَــرن ۾ تڪجي پوان
پَـهـــون پيئـارِي!



هاڻي تن جي سارَ-
جن موتين کي مُلهہ ڏنو
وَيـا سـي وينجهـارَ.



اَرهِي ڳنڻ -ڳلا!
وري مينهن پون پيا
ڳُونجن اڄ تہ ڳلا!



ماتِيُـن تـي ماڻـا-
ڪينجهر، تنهنجي ڳنڍَئِين
چـولِيُـن ۾ چاڻـا!



مُنڊُون منڊيئَڙنِ-
ولوڙڻ جي ويرَ جڻ
ٻنگيو ٻانڊ هَٽنِ!



ڇِڪَ منجهان ڇاڙهو
ڪنهن ڄاتو آهي ڪڏهن
هاڙهو تي ڳاڙهو!



آءٌ اوهان سان ڇونہ؟
ميندي نانهہ ملير جِي
ٻي مان لايان ڪونہ.



پِرَ ڪان پارُ نہ پَلِ!
سائي وڻ جي ڇانوَ ۾
گهوڙو گهوٽَ نہ جهَلِ!



سنڌوءَ جو پاڻي-
بيڪس، ريشم -پَٽَ جئن
جڻ هيءَ واياڻي!



وَلر ويو ڪنهن ڏاران؟
هي ڪنهن جو ڪُرلاءُ اچي ٿو
وڇڙي ڪونج قطاران؟



موتَ نہ ڪــاڏي ماتِ،
وري سِجُ لُهو لُهان
راهوڪيءَ تــي رات!



اڳتي تــي سوچي،
آءُ ڏسان ڇــا لاءِ تو
جيوتي باســوءَ ڏي؟



ڪنهن ڪي تِي ٻُولي؟
پيئـي اُتــر واءُ ۾
ســار ســڙِي ٻــولــي.



پــپــر پــيــلا گُــلَ-
ڪاريون ڪڪريون ڇانوَ ۾
هيٺِ هُــلاچــا هُــلَ.



چــانڊوڪــيءَ ۾ چــارا-
ٻانهون ٻانهَن ۾، اڄُ بہ آهن
تنهنجــي سَنگِ پسارا.



ســانــوڻ جــو جــادوُ-
اجــا تــائين پُرٿَ جي
ڪُــرَن ۾ خــوشــبــو!



اوِني اُتَن تي،
ڄڻ چوڏس جو چنڊ آ
تن جي پُٽن تي!

♦

هيءَ ڪولهِڻ ڪهڙِي؟
روهيءَ واري مينهَن جي
چانڊوڪيءَ جهڙي!

♦

ٽڪا ويا ٽوڙا،
ڏَئي ساري سنسار کي
لُريءَ ۾ لوڏا.

♦

ٽَپن نہ لوڙها-
ڳتيءَ جي آڪاس ۾
ڳگر بہ پوڙها!

♦

بايَلِ ماڻيندين؟
روهيڙي جا گُلڙا
اَڄُ بہ آڻيندين؟

♦

چوِنرا چمڪن تا،
مون کي ريتي رات جو
ٿَهہ ٿَهہ ٿمڪن تا.

♦

ڪيڏا ڏهـــرن ۾
چَڙا چنگَ وڄن پيا!
واريءَ لهـــرن ۾!



هي جـــو روهيڙو
اهڙو ڪوئي ڏيهه ۾
آهـــي ڏوهيـــڙو؟



مٿان سَرءُ چنڊُ،
هيٺان تڏي تي اَمڙ
اجان پنهِين جنڊُ!



اونهـــارو ليڪِـــن،
بيٺارين تي بِگهَ چَڙ
اُسَ پَيـــا سيڪِن!



منهنجا ڪيت ڪرا،
ڇو هِي فوجي وڻن تي
بـنـدوقـــون، پَهـــرا؟



جـــاٽـــو جـــاٽـــن تـــا،
ٻُڌيون اُڪارِي بيڙيون
ڪـنـڌيءَ آٽـــن تـــا.



لَڪن پڙاڏا-
پيرَن آهٽ، پنڌ ۾
ڏاڏا، پڙڏاڏا!



ويڙهُوتا واسي،
هَلُ سُهاڳڻ نندڙي
پرينءَ جي پاسِي!



چَين بہ ڪهڙا چَين!
ٻيجل بہ تي ڏينهڙا
سدا ناهي سَين!



ڪوئي آهِي ڙي؟
اکيون ٻوٽي ڪو هتي
موٽيو ناهِي ڙي!



پهچي ساڳي پَڳِ،
ڪنهن هي تنبُو تاڻيا
اسان جي ٻَڙهہ لَڳِ؟



تون ۽ مان اُن وقت مليا هياسين
جڏهن ڪوهه سُڪي رهيا ها.
۽ ٽر -ٻاٻيها اُج ۾ اُڏري ٿڪجي پيا ها.
جڏهن ٽريچاٽيون پارَ ڪڍي رهيون هيون
۽ تازيون ٻُنيون اجا ڪونہ سُڪيون هيون:
جڏهن ڪوهن ۾
تارن جا ٽُڪڙا نظر نہ ٿي آيا.
مون توکي سڏ ڪيا ها
۽ تون مون کي ائين ملي هُئينءَ
جئن سارنگا سَڏوَنت کي ملي هئي!

⊙

مون سپنو ڏٺو هو تہ تون اچي رهي آهين:
اُهو سپنو پٽائيءَ جي واين ۾ هو:
اُنهن گلابن جي گلن ۾ هو جي توکان سواءِ ننڍي اجايا ٿي لڳا:
سج لٿي جو ورنڌڙ ڊورن جي چنگن چڙن ۾ هو
جن جي لار اُن ڏرتيءَ تي ٻُري رهي آهي
جنهن تي انڌيارو ڇائنجي چُڪو آهي:
سپنو جو اُن جي سَرءُ جي واءُ ۾ آهي،
جو بسنت جي ٻِولا ۾
وائڙو ڦري رهيو آهي.

⊙

اِن ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي
تہ اسان ڪان وڏيڪ
ڪوئي وچوڙيل نہ آهي-
ديوار برلن ڪنهن ڳرٿ وانگر
گوئٽي کي
اڌو اڌ ڪري وڌو آهي
۽ بيٿوون ۽ باخ جا نغما
هوائن ورهائي ورتا آهن،
پر پوءِ بہ جرمنيءَ جا رهواسي
بجليءَ جون تارون ٽَپي
هڪ پاسي ڪان ٻئي پاسي وڃن ٿا،
۽ مان ويزا جي انتظار ۾
گهر ڪان ٻاهر ڪَڙي اجنبيءَ کي
چتائي ڏسي رهيو آهيان
۽ سوچي رهيو آهيان
تہ هو ڪو سي- آءِ- ڊِيءَ وارو تہ نہ آهي!

⊙

## گيتا

(لنڊن ۾)

جيئن طوفان کان پوءِ
گهمسان ۾ سَرَ ٻڏي ويندا آهن
ائين هُن جي شڪل صورت
منهنجي روح جي گهراين ۾ ٻڏي وئي هئي. *
ڪيئي سال ٿيا
زندگيءَ جي انوکيءَ آزمائش ۾
ڪائي لهر
هُن کي لوڙهي آئي هئي
جوهُو بيچ تي**
سڌو منهنجي آغوش ۾،
۽ هاڻي مان هن کي الوداع ڪري وڃي رهيو آهيان
(زندگيءَ جو جبر مون کي ڌڪي رهيو آهي)
هيٿرو ايئرپورٽ*** ڏانهن،
۽ سوچيان ٿو تہ جُدائي ٻنهي کي ڪائي رهندي
ٻنهي جي هڏن مکُ کي
لارا ۽ زواگو**** وانگر.



---

* پهريون بند روسي شاعر پيسترنڪ جي هڪ نظم تان ورتل آهي.
** جوهُو بيچ بمبئيءَ ۾ ساحل جو ڪنارو.
*** هيٿرو ايئرپورٽ ـ لنڊن جو ايئرپورٽ.
**** لارا ۽ زواگو ـ پيسٽرنڪ جي ناول "ڊاڪٽر زواگو" جا ٻہ ڪردار.

ڪونجن جو وڳر
اُڏامندو
تہ گاهہ
اِئين غشيءَ ۾ اچي ويو
جيئن
سَرَ ۾ وِهنجندي
ننگيءَ نؤ ورنيءَ جي
ڪنهن تاڪُوءَ تي
اوچتو نظر پوي
۽ هوءَ
وسامي وڃي.

⊙

لاڙ ۾
ڪوئي ٻارڙو
چانهينءَ جي ٿار
ڪائي رهيو آهي
يا وات سان
ڳاڙهو باجو
وڄائي رهيو آهي.



آبد جي ڪباڙخاني ۾
اصغر گونڊويءَ جي عينڪ
۽ مولانا آزاد جي
چاءِ جي ڪتلي نظر اچي رهي آهي،
۽ مولانا چاءِ پي
سوچي رهيو آهي
تہ ”اصغر گونڊويءَ جي مجموعي ڪلام تي
مُهاڳ ڪيئن لکان؟
ڇا، مان اُها عينڪ لڳائي
اصغر گونڊويءَ وانگر
ڪائنات کي ڏسي سگهان ٿو؟“

⊙

## پٽائي کي

او منهنجا مرشد!
مان ڪٿي هجان
جي ازلُ ۽ ابدُ
منهنجي دسترخوان جي ويجهو نہ هُجن-
ازلُ ۽ ابدُ،
جي منهنجي شاعريءَ جا بہ غلام آهن
۽ جي غلام گردش ۾
رستو روڪي بيٺا آهن
موت جو
جنهن جي حملي کان
ورلي ڪو بچيو آهي.

⊙

منهنجن لوڙهن ۾
چانديءَ جون تارون اڇي چڪيون آهن؛
مان چاهيان ٿو
تہ پنهنجو بياض پوري رکان
۽ اِتي ختم ڪيان
اِن افسانني کي،
جنهن جي نہ ابتدا آهي
نہ انتها آهي
۽ ائين چپ چاپ
ڪائنات کي ڏسان
جيئن پيٿائيءَ
ڪراڙ جي پر تي ويهي
پاڻيءَ ۾ تارن جي پاڇي تي
رسالو ڦٿي ڪري.
آسمان ڏانهن ڏٺو هو.

⊙

مان پنهنجي رسالي تي جهُڪيل آهيان،
موت پنتي موٽي رهيو آهي
۽ چوڏهينءَ جو چنڊ
هن جي شڪست تي کِلي رهيو آهي
۽ درياهَہ ۾ پاڻيءَ جا بُدبدا
پنهنجون اکيون پٽي،
هن کي حيرت سان ڏسي رهيا آهن!

⊙

هي نيلو پيلو گهاگهرو
جنهن جي ڪورَ ڪيسَري آهي،
هي سنڌ نگر
۽ اُن جي واڌيين ۾ ويلا
مون کي ڪيترا نہ پيارا آهن!
مان جو دنيا گهُمي موٽي آيو آهيان،
پنهنجي ماتر ڀوميءَ ڏانهن،
۽ اُن جي پيرن وٽ
مون پنهنجي ڪوتا، ڦُلن جي ڇاٻ وانگر
ڀيري رکي آهي؛
سوچان ٿو تہ دنيا جا
سارا مهان ڪوي ڀہ تہ آخر مٽي ٿي ويا؛
پرواهہ نہ آهي
جي دنيا منهنجي اُنهن سان ڀيٽ نہ ڪري!
منهنجي امرتا تہ انهيءَ مٽيءَ ۾ آهي
جنهن ڏانهن آءٌ موٽي آيو آهيان،
جنهن کي اِيئن ڀڳائي
مان اُن ۾ سمائڻو آهيان
جيئن
ٻاڳُوٻانَ وڳهہ ڪوٽ کي ڀڳاتو هو.

⊙

ڇا تون مون کي اجازت ڏيندين
تہ مان
اندرا گانڌيءَ جي موت تي ٻوڙها ڳاڙيان؟
توکي شايد معلوم نہ آهي
تہ اڳ
مون جهانسيءَ جي راڻيءَ جي موت تي بہ رُنو هو
۽ اُها تلوار
جا هُن جي ڪپيل هٿ مان ڪِري پئي هئي
مون صاف ڪري
پنهنجي شاعريءَ جي مياڻ ۾
سانڍي رکي آهي،
۽ ڪنهن ڪنهن وقت
اُن کي ڪم آڻيندو آهيان
تہ جيئن اُن تي ڪَٽُ نہ چڙهي وڃي!
مون ايترو ڏک ڏٺو آهي
جو منهنجي اکين ۾
ٻوڙها سُڪي ويا آهن،
پر جي اندرا گانڌيءَ جي موت تي
منهنجين اُجايل اکين ۾
ٻوڙها پرجي اچن
تہ ڇا تون مون کي اجازت ڏيندين
تہ پنهنجن ڳلن ۾ ٻرندڙ باهہ تي
بہ ڇنڊا وجهان.

⊙

مون کي ياد نہ آهي تہ هن پنهنجي صدريءَ
جا بيڙا تڙ تڪڙ ۾ پاتا هيا يا نہ!
مون کي ياد نہ آهي تہ جڏهن هن تلوار مياڻ مان ڪڍي هئي،
تہ هن ان کي چميو هيو يا نہ!
مون کي ياد نہ آهي تہ هن واگهہ وانگر ٽپ ڏئي
گهڻا انگريز ماريا ها!
مون کي يا د نہ آهي تہ جڏهن هن کي ٻڌو هيائون
تڏهن هن جي بدن تي گهڻا گهاوَ هيا!
مون کي رڳو اِهو ياد آهي
تہ جڏهن تانتيا ٽوپِي ڦاسيءَ جي رسي ۾ لڙڪي رهيو هو
۽ مون هن جا ٿڌا پير چميا ها
تڏهن منهنجي تن بدن ۾
آزاديءَ جا لکين آڙاهہ ٻري پيا ها.

⊙

هي ڪير آهي؟
ڪوئي مسافر آهي؟
ڪوئي خبطي آهي
يا مايا ڪو وسڪيءَ وانگر
ڪوئي شاعر آهي،
جنهن جي تيز نگاهہ
ڪنهن ماهر جراح جي تکي اوزار وانگر
تاريخ جي سيني کي
چيري رهي آهي!
هو ڪنهن ڪنهن کي
بنواس ڪاٽي
موٽندو ڏسي رهيو آهي؟
هو چو ٿو چاهي
تہ نئين دور جو ويدوياس ٿئي؟
هو چو ٿو چاهي
تہ ڪُرڪيتر واري جنگ
بيهر لڳي؟
چا هُن بہ جوئا ۾ ڪائي اَملهہ شيءِ هارائي هئي؟
چا هن بہ جوئا ۾ ڪائي اَملهہ شيءِ هارائي هئي؟

⊙

سبط حسن

دليءَ ۾ مري ويو

ءِ هن جو لاش ڪراچيءَ ڪٺي آيا

ءِ هن ڪان ڪنهن ٻچيو به نہ

تہ ”توکي ڪٿي پُوريو وڃي؟“



چا تون ماضيءَ جا دروازا بند ڪرڻ چاهين ٿو؟
لاهور ۽ دليءَ جي رستن تان
رَتُ ڌوپي چُڪو آهي
۽ اُها رُتِ ويجهي آهي
جنهن ۾ مالتيءَ جا اڇا پُشپَ
من جي پوترتا وانگر نِڙي پوندا آهن.
چا تون اجان چاهين ٿو
تہ ابُو سمبل جي مندر وانگر
نانڪاڻا صاحب کي
ڌرتيءَ تان پٽي
امرت سر نيو وڃي؟
يا توکي يقين آهي
تہ سنت جرنيل سنگهہ مُئو نہ آهي
۽ دليءَ جي رستن تي
رت جا نوان تلاوَ پرجڻا آهن.
۽ تون پاڻ سان گڏ
مون تي بہ ماضيءَ جا دروازا بند ڪرڻ چاهين ٿو
تہ جيئن دروازن جي ٻئي پاسي
مان مالتيءَ جا اڇا پُشپ
ڏسي نہ سگهان!

⊙

ماڙي پنيان
اَٺويهہ سو ستيتاليهہ جو
لهندڙ سجُ
وسڪيءَ جي ٿٽل گلاس وانگر
لڳي رهيو آهي.
منهنجي من ۾ ايتري نراسائي ڇانيل آهي
جو مان چاهيان ٿو
تہ ساري رات پيئان
جئن ڪيپ جي ڇولين ۾
منهنجو اَٿاهہ ڏک
ٻُڏي وڃي.
مان ٽپو ڏئي
ٽرام تي چڙهي ويهان ٿو
۽ وڃان ٿو نيپئر روڊ ڏانهن
ٺَري جي بوتل وٺڻ لاءِ.
ٽرام
رستي تان
ڪيئي مزدور
۽ ڪيئي خلاصي
ڪنيا آهن
جي موٽي رهيا ها
ڪياماڙيءَ تان.
شايد اُهي بہ وڃِي رهيا آهن

نري لاءِ،
پنهنجو ٽڪُ مٽائڻ لاءِ،
ترام ۾
ڪيڏي نہ پيھہ آهي!

منهنجا ڪلها گسي رهيا آهن
مزدورن سان
۽ خلاصين سان؛
اُنهن جي ماٺ ۾
ڪيڏي نہ سگهہ آهي!
اُنهن ۾
ڪائي نراسائي نہ آهي،
۽ اُهي بئي ڏينهن ڪان
مون وانگر
هراسيل نہ آهن.
شام جو ڪراچي
ائين وڃي رهي آهي
جيئن ڇوڙَ وٽ سنڌو وهندي آهي؛
۽ ڏُکُ
منهنجي من ۾
ڪويل وانگر،
ڪُوڪِي ڪُوڪِي،
ساٽو ٿي پيو آهي.

⊙

منهنجي ديس جا
چين نواز اشتراڪي سوچن تا
تہ ڇا مائو ينان ۾ مريءَ چڪو آهي؟
ڊينگ آمريڪا جا جوتا چٽي رهيو آهي،
پر اڃا هو اِهو مڃڻ لاءِ تيار نہ آهن
تہ مائو مري چڪو آهي!
هُو اِهو نٿا سمجهن
تہ ڪنهن بہ پيغام کي ابديت نہ آهي،
تہ جو پيغام صليب تي چاڙهيو نہ ويندو آهي
پنهنجي موت مري ويندو آهي،
تہ پيغام بہ فاني آهي
انسانن وانگر.
اي ڪنفيوشس!
تو ڳڻ چو ڪَڙا ڪيا آهن،
ڇا تون مون کي ٻُڌي رهيو آهين؟

⊙

جيئن ڪجين جا
پرپور گوشا
لڙڪندا آهن،
اِئين
ڦاسيءَ جا ڦندا ٽڙي پيا آهن
۽ اُنهن ۾
ڳنڍ لُڏي رهيا آهن.
اي آزاديءَ جي رُتِ!
تون اچي وئي آهين
تون اچي وئي آهين!



اڪويهين صدي شروع ٿي چُڪي آهي.
اڌ رات جو
سماسٽا ڪان ايندڙ گاڏي
سکر جي پُل تان لنگهي رهي آهي
۽ اُن جي بتين جي روشني
پاڻيءَ ۾ پئجي رهي آهي
پُراسرار
دل آويز
محبت جي وارفتگيءَ وانگر
خواجہ فريد جي ڪافيءَ وانگر.

⊙

ٻڌين ٿو؟
شيون ڳالهائن ٿيون!
هي دنبورو آهي، جو ٽِٽائي وڃائيندو هيو
۽ اُن جي تارن مان
رابيل جا گُل ڦٽي پوندا ها،
جن جي هڳاوَ ۾
سڀ ويڙهجي ويندا ها.

هي ڪبير جو چرخو آهي
جنهن جي تاڃي پيٽي ۾
ساري ديس جو من
اُٽجي، هڪ ٿي ويو هو.

هيءَ اُها رسي آهي
جنهن ۾ نانا صاحب کي لٽڪايو ويو هو
۽ جا اڃان تائين هوا ۾ لٽڪي رهي آهي
۽ نہ ڄاڻان
ڪنهن ڪنهن سِرَ جي منتظر آهي!
تون جو
منهنجي شاعريءَ کي سمجهڻ جي
ڪوشش ڪري رهيو آهين.
ٻڌين ٿو؟
تاريخ جي عجائب گهر ۾
شيون ڳالهائين ٿيون.

⊙

سيڪريٽريٽ ۾
هو فائيل بند ڪري،
فيض جو شعر جهونگاري رهيو آهي-
’پِيو ڪہ مفت لگادي هي خون دل کي کشيد
گران هي اب کي ميءِ لاله فام کهتي هين.
فيض تہ پنهنجا شعر محنت ڪش عوام لاءِ لکيا ها؟
هي جو رت پياڪ طبقو آهي
جنهن جي واڇن مان
محنت ڪش عوام جو خون ٽپڪي رهيو آهي
فيض کي ڇو ڳائي رهيو آهي؟
فيض تہ پنهنجي زندگي ڏَئِي
اها شاعري ورتي هُئي،
جيتوڻيڪ هو بہ انهيءَ محنت ڪش وانگر هيو
جنهن کان پنهنجي محنت جو ڦل کسيو ويو آهي،
جنهن جو خون
اُنهيءَ رت پياڪ طبقي جي واڇن مان
ٽپڪي رهيو آهي
۽ جنهن جي تقدير تي
سيڪريٽريٽ ۾
اهو فائيل بوتيو ويو آهي.

⊙

منهنجون نظرون
هڪ سرويئر وانگر
تنهنجي قبر ڪچي رهيون آهن
قبر، جا ڪراچيءَ کان ڪارومنڊل تائين آهي،
۽ جنهن تي انبارَ ڳنڍن جا نڪتا آهن.
نہ ڄاڻان تنهنجي روح ۾ ڇا هيو
جنهن مان ايترا ڳنڍا نڪتا آهن!
نہ ڄاڻان توکي ڇو نہ ملي سگهيو
اهو جيئڻ
جو ڪنهن سؤنف جي ڪيتن مان ڳذرڻ وانگر
لڳندو آهي.

⊙

هي ڪهڙو بسنت آهي؟
پنن تي ماڪ موهيڙن وانگر لڳي رهي آهي!
پکين جا پَرَ
هڪ ٻئي کي
ڪئنچين وانگر ڪٽي رهيا آهن:
اورنگزيب اڃا تخت تي آهي
۽ دارا جو روح
پنهنجيءَ مزار ۾
پنهنجيءَ شهادت تي
افسوس ڪري رهيو آهي!

⊙

چيني سيلاني
شيوسانگ
ڪوٽيشِوَر جي بندر تي لٿو آهي؛
پورياڙيءَ جو سج
سمنڊ تي
ڪنهن غدار جي چُميءَ وانگر لڳي رهيو آهي؛
شيوسانگ مون کان پُڇي ٿو
”ڇا هن ديس جو نالو ’سنڌ‘ آهي؟“
مان وراڻيان ٿو: ”هائو هن ديس جو نالو سنڌ آهي“
هُو وري پڇي ٿو ”ڇا اِن جي ٻيرين ۾ سونا ٻير ٿيندا آهن؟“
”هائواِن جي ٻيرين ۾ سونا ٻير ٿيندا آهن“
مان جواب ڏيان ٿو.
”پر ريٻارين جا ڳَل اُنهن کان وڌيڪ سونا هوندا آهن
۽ ٿر جي ريتيءَ تي سج جا سونا شعاع ٻـ“
شيوسانگ وري مون کان پڇي ٿو:
”مون ٻڌو آهي تہ هتي پٽ پٽيهر ڏاڍو عمدو ٿيندو آهي؟“
”هائو“ مان جواب ۾ ڪنڌ ڌوڻيان ٿو.
”هائو سومراسَرَ تي جڏهن سومريون پاٽي پري پٽ تي
ويهنديون آهن.

تڏهن ائين لڳندو آهي تہ پَٽ جا تاڪيا اُڪلي پيا آهن“
ڪجهہ سوچي وري هو پڇي ٿو
”مون ٻڌو آهي تہ هتي گيت ڳائيندا آهن، جن کي ’جَڪڙيون‘
چيو ويندو آهي. مان اُنهن ۾ جڪڙجي تہ نہ
ويندس؟ مون کي پنهنجي ديس موٽي وڃڻو آهي“
”هائو تون اُنهن ۾ جڪڙجي ويندين،“
مان هن کي چوان ٿو ”ٻ جي تون اُنهن مان
پاڻ ڇڏائي بہ وئين تڏهن بہ ساري عمر
تنهنجو من اُنهن ۾ جڪڙيل رهندو“
شيوسانگ ڪوٽيشور جي بندر تي وڃي رهيو آهي
ٻ سامهون سمنڊ تي
پوپاڙيءَ جو سڄ
ڪنهن غدار جي چميءَ وانگر لڳي رهيو آهي.



”هن ديس ۾ هڪڙو پن به اهڙو نه آهي
جنهن کي آءٌ نه ٿو چوريان“
(چلي‌ءَ جو صدر آگستو پنوچي)

پنوچي!
آلنڊي جي دل به هڪ پن آهي
جو ڇُري پري رهيو آهي
تنهنجي بندش جي باوجود
۽ تون
اُن پن جي ڇُرپُر
گولين سان بند نه ڪري سگهيو آهين،
۽ جيڪو ان طوفان جي انتظار ۾ آهي
جنهن ۾ ڪروڙين پَن
تاڙيون وڄائي،
اُن انقلاب جي آجيان ڪندا
جنهن جو انتظار
هواڄ
خاموشيءَ سان ڪري رهيا آهن.

⊙

مون ليار جي وڻ کي چيو:

”مون کي بُکَ لڳي آهي

تو ۾ ڳاڙها ڦُل ڪڏهن ايندا؟“

۽ پوءِ شام ٿي وئي

۽ شفق جي ڳاڙهاڻ ۾

ليار جو وڻ ڪجهه سوچيندو رهيو.



ڪوڏَ ڪِئن ڪناري تي
سمنڊَ ڪي سَمايو آ؟

شورُ تو ڪڏهن اُن ۾
هانوَ سان هنڊايو آ؟

اِئن ڳڻَ آهن جي،
هِن سٿاءَ ساري ڪي
پاڙَ ۾ سَمائن ٿا
ڪوڏُ جئن ڪناري تي!

چَپَ چُپِّ آهن پر
نيٺ هانءُ ڀرجي ٿو
نيٺ سِپّ مان اُڀري
سمنڊُ جيئن گرجي ٿو.

بس اِها تَمَنا آ،
'ڪوڏ' جئن اگر چاهيان،
شاعريءَ ۾ پنهنجي
سمنڊُ ڪيئن ڦهلايان؟

••

علي الصباح ڪہ مردان بہ ڪار ڪار رَوَند
بلاڪشانِ محبّت بہ ڪوئي يار رَوَند
(هڪ پارسي شعر)

باڪَ ڦٽيءَ جو شعر لهن ٿا
مون تي سِجَ۔ اُهاءَ ڪري؛

رَتُ اُبڙڪا ڪائي ٿو ايئن
ڏينهن ٿتو جِئن تاءُ ڪري!

سارو وقت تہ رهندو ناهين،
ويندو آنهہ سماءُ ڪري!

ڪيسين ڪُوءِ ڪلالن جي ۾
منهنجي ذات هُڳاءُ ڪري؟

آءُ تہ آذرياءُ ڪري ڪو
تنهنجو آدرياءُ ڪري!

••

اڄا اُجهاٽل ڏيئو ناهيان،
تون جو اچڻو آهين، آءُ!

تنهنجي ڪارڻ ليئا پاتا
ساري رات جَلي مون در تي:
ڪيڏو ڪارو انڌيارو آ
پنيرڪي تائين سانيَر تي!

چاڻ پرهہ جا پنڇي اُڏريا!
توڙي پوئين آهي ويرا،
منهنجي جوت اڃا بہ ٻري ٿي
اڃا تڪيان ٿو تنهنجا پيرا.

اڃا بہ ساڳيو ليئو آهيان
اچڻو آهين جي تون، آءُ!

♦♦

تون جو جڻ ڪنهن وقت ڏسين تي
جهُرڻ جي جهالر مان،

منهنجي ويڙهي جي آڳر ۾
املتاس جي وَڻ تي جَهڙو
پُنورو چندر مان!

آءُ ڇهان تو تُنهنجو مکڙو
جنهن جي سندرتا ۾ ڦِيرو
سَمئہ نہ آندو آ!

ڦُولَ جيان آ ساڳيو مُکڙو
جنهن جي اندرتا ۾ ڦيرو
سَمئہ نہ آندو آ!

♦♦

پيار تہ مون سَوَ پيرا ڪيو آ
پوءِ بہ جڻ هڪ پيرو ڪيو آ.
منَ اُجرو آهي اج تائين
ڪئن چئجي تَن ميرو ڪيو آ!
ڪيئي سالن کان ڪنهن پنڇيءَ
مون ۾ جڻ آکيرو ڪيو آ!

ڪنهن گوڪل جي مڌوونتيءَ جي
سارَ سهاري گذريو جيوَن،
اندر ڏَنش** جئن جنهن جو مکڙو
تنهن کي ساري گذريو جيوَن،
سو مکڙو آ اج بہ هٿن ۾
بيو سپ واري گذريو جيوَن.



---

مڌوونتي = ماکيءَ جهڙيءَ
اندرڏنش = اندلٺ

## لاهور جي انٽرنيشنل هوٽل ٻاهران

رات جو سُڃو صحرا۔
دور دور رستي تي
پيرَ ٽا وڃن تنهنجا.
ڪيترو پَري ويندينءَ
آءُ هي نہ ڄاڻان ٿو.

دل پَئي چيو ”توکي
’اِن طرح سمايان آءُ،
’دل اندر ڇپايان آءُ،
’دور ٿِين نہ تون مون کان“

تون مگر رُسي جانان
اِئن وڃي رهي آهين،
چنڊُ جيئن بادل کان
دوور دور ويندو آ.

آءُ ٿو تڏهن سوچان،
’اڄ جدا ٿيون تون مان
’سو گهڻو چڱو آهي
’موت جي جدائيءَ کان،
’جا ڪڏهن نہ اچڻي آ.“

شاعري طبيعت تي
ايترو تہ ڇانئي آ،
هيءَ اُيام ڇولين جِي
جڙ تہ ٻوڏ آئي آ!
ڪيترو اَلُوٽ آهيان
پوءِ بہ مان اَٿُوٽ آهيان،

مدَّ ۾ رَتا ڪيئي
شعر لِڙڪڙائن ٿا.
پوءِ بہ اَتّ اَنيوءَ سان
ڪينرو وڄائن ٿا؛
جيءَ ۾ جهمر آهي
يار سَوَ ڳنا آهن
وارَ هِنَ حياتيءَ جا
سات جِن سَنا آهن؛
چؤطرف زماني جا
ڏاڍ ۽ ڏمر آهن.
پوءِ بہ گيت بَرسن ٿا
اُيَ ۾ ڇمر آهن؛
ڪير شعر ٿو جوڙي؟

بَندَ ڪير ٿو توڙي؟
هيءَ ايامَ ڇولين جِي،
هيءَ اڏامَ ڇولين جي،
اڳ ڪڏهن نہ آئي آ.
ڪيتري سُهائي آ!

چنڊ رات اي ساٿي
ڏس تہ ڪيئي روهيڙا
جڙ لڳن پيا ٿَر ۾
ڏهَر ڏهَر ڏوهيڙا.
سانت آهہ ورڻ ورڻ جو
ٻولُ ٻولُ آ اَهڙو
آ وِشال واريءَ تي
چنڊُ چيٽ جو جَهڙو.



آڏيءَ جي خاموش نگر ۾، تون جو ايندِي آهين
منهنجين آڱرين تي پنهنجا، وار وڇيندي آهين،
۽ پنهنجي پهلوءَ ۾ آڻي، مون کي چوندي آهين:
”مون کان دور رهي تون ايڏو ڇو ٿو مون کي چاهين؟
”ڪيڏو دور رهان ٿي توکان، بيءَ ڪنهن دنيا ۾،
”مان جي هاڻي ايندَس تو وٽ، رهندَس مان ڇا ۾؟
”منهنجو جنم جنم جو توسان ساٿ تہ رهڻو آهي
”توڙي آهي پَرتان پَرتان، ساٿ تہ رهڻو آهي،
”نيٺ تہ توسان ملڻو آهي، مون لئہ جاءِ ڇڏي ڏي
”پنهنجيءَ دنيا ۾ تون مون کي تيسين هاءِ ڇڏي ڏي!“

♦♦

دور ستارا پوڙها آهن
چنڊ بہ پوڙهو آهي،
يا هُو پوڙهو ناهي؟

هن ساري سنار کي ڪوئي
چوڏاري ڪو لوڙهو ناهي
يا ڪو لوڙهو آهي؟

ديپَ بُجهن ٿا ديپَ ٻَرن ٿا
ڏاڍو ڏُور ڏياٽيون آهن
*جي وِسمَءُ مان مَنش** ڏسن ٿا.

***وشِوُ جيئن ڪو مندر آهي
ڇا اِن ۾ ڪوئي دَر آهي؟

مورتيون ۽ سڀ پوڄاري
اِن کان ٻاهر ڇو نہ وڃن ٿا؟

هُونءَ وشال لڳي ٿو ليڪن
گهيرو ڪيڏو سوڙهو آهي!



---

* وِسمءُ = حيرت
** مَنش = انسان
*** وِشوَ - ڪائنات

منھنجا گيت ڪڏھن اي ڌرتي!
ڇڏيندءِ توکان ڪو مُلھ گھُرن ٿا؟

مون کان پوءِ اِھي اِئن لڳندا
اِنڊمانَ* جي چانڊوڪيءَ ۾
جڻ ڪي ھڏڙا پکڙيل آھن.

ھڏڙا ڪنھن کان ڇا ٿا چاھن
ڇا ڪوئي سوچي ٿو!
ڇا ڪوئي سوچي ٿو!



* اِنڊمان= ٻيٽ. جنھن تي انگريز باغين کي سزا طور موڪليندا ھئا.

ڪجھ بہ نہ ٿو اڄ ڀاسي من کي
سانت سمندر جيڏي آهي
جنهن ۾ آءُ سمايل آهيان،

آسمانَ جي نيري ڪُنَ ۾
نيروڻيءَ جي نيڻن وانگر
گھُوريان ٿو گھبرايل آهيان.

ڪيڏي سانت وڇايل آهي
جھِرمر جھرمر تارن پُنتان
جن جِي حَدَ حسابُ نہ آهي!

ڪنهن ڀينوءَ جي پاندَ جيان جڻ
هي سارو ڪجھ پالهو آهي؛
ڇا، هِي سڀ ڪجھ خواب نہ آهي؟

••

چانڊوڻي راتين ۾ ڪنهن رابيل جي بوٽي جيان،
جڙ تون هُئين ءَ.

يا سُڳنڌَن ۾ ٻَريل ڪنهن واءُ جي جهوٽي جيان،
جڙ تون هُئين ءَ.

ڪيرٿَر تان ڳَڏُ ڪو نَئَن ڳاج تي جيئين جهُڪي،
تِئَن مان هُيس.

رِڻَ ۾ ڪوئي هَرڻُ پاڻِي ڏسي ڏاڍو ڊُڪي،
تِئَن مان هُيس.

تون ملينءَ مون کي تہ سارو جڳ مليو ٻيو ڇا کپي!
منهنجي سڪي!

ماڳُ ڏاڍو آ ٻَرِي، جي ڏَڳُ مليو ٻيو ڇا کپي!
منهنجي سڪي!

♦♦

سارو عرَش منوَر آهي
چَنڊُ ڳليءَ ۾ چمڪي ٿو.

دور يتائيءَ جي بستيءَ ۾
سَچَل پنهنجي سرمستيءَ ۾
بينو مون کي تاڙي ٿو.

چنڊُ ڳليءَ ۾ چمڪي ٿو
سارو عرش منوّر آهي.
ڇا هِي منهنجو ئي گهر آهي؟
ڇا هِي منهنجو بِستَر آهي؟
جنهن وٽ ڪوئي روئي ٿو

چي، ”هي شعر اڌورو آهي
'وينٽي ڪالهه لکيائين ٿي جو
'جهونگاري سوچيائين ٿي جو.
'پانيان ٿو اڻ پورو آهي.“

پرسان ڪوئي سوچي ٿو
'بس، هي هاڻي اڄٽو ناهي
'پُورَ پَترڻ جو پوپون آهي
'ڪتي وچي ٿي ناوَ نہ ڄاڻان
'دور ڪنارا مان نہ سڃاڻان.“

آءُ اُنهن جي سوچ ٻڌان ٿو
موٽِي تن کي آءُ چوان ٿو

”توڙي ڏور اُسهڻو آهيان
آءُ اوهان ۾ رهڻو آهيان“

پر هُو مون کي ڪونہ ٻڌن ٿا
لُڙڪ اگهن ٿا، پوءِ چون ٿا:
’هن جا گيت تہ سپنا آهن
’پر هي سُپنا سَچا آهن
’آزاديءَ جي وِکَ وِکَ تي
’هن جا پيرا چِٽا آهن،
’هن جا گيت نہ مَرڻا آهن
’گونج نہ اُڀِتي تن جي گهٽبي
’گيت تہ ناهن جهَرڻا آهن،
’امر گيت جي بارش وانگر
’ٿَر بَر وَر وَر ورڻا آهن؛
’نيٺ ڦُلن رُت اچڻي آهي
’هن جا ٻاڳ سَنوَرڻا آهن،
’هن جا گيت نہ مرڻا آهن.“

پوءِ ڪو مون کي ڳائي ٿو
چنڊُ ڳليءَ ۾ چمڪي ٿو
سارو عرش منوّر آهي.

••

’مرزا رُسوا‘ وانگر شاعر
فرش نشين آ،
جام صراحيءَ جي گردش ۾
عرشِ بَرين آ؛
ڇما ڇما ڇم جيئڻ ـ جادو
دور ستارا
’امراءِ جان ادا‘ جا گهنگرو ـ
آسمان جي ڪُنڊ تي جڙ
ڪوئي غزل سرا آ
غزل بہ اهڙو جنهن جو ڪوئي
مطلع ڪونهي
مقطع ڪونهي.

••

## باس

مورتيون ڪجهہ آهن منهنجي
جيوَن جي پِڇواڙي ۾
جن جا سالم سَنڌ نہ آهن
جن کي ڳُلهن تي ڪَنڊَ نہ آهن!

هي جي بہ ٽي آڱنڊ ۾ آهن،
يا جي مون ڏي پنڌ ۾ آهن،
تن کان آءٌ لڪايان ٿو جڻ
جيوَن جي پِڇواڙِي کي
پنهنجي پريت جي ڏاڙِي کي.

••

ڪيڏو ياد ڪيان ٿو توکي
تنهائيءَ ۾!
تون جو جيئڻ جو جَسُ آهين
ڪير چوي ٿو تون گسُ آهين!
جيئڻ مرڻ جي هر ناتي کي
معنيٰ ڏين ٿو
ڏُکَ سُکَ ۾ سَڏَ ورائي
چا چا ڏين ٿو!
هر ساپيا کي سپنا ڏين ٿو
هر سپني کي ساپيا ڏين ٿو
مون کي ڏرتيءَ سان واڳي تون
تارن تي ڪنهن وقت سڏين ٿو
جهونجهڪڙي ۾ ماڪ پوي ٿي
تون مهڪين ٿو
باک ڦٽيءَ جو پن پن پنڇي
ٿي چهڪين ٿو
گاهه مٿان جئن واءُ لڳي ٿو
تون لهڪين ٿو

روز نوان سُر تون آڇين ٿو
مون ۾ آڳ جيان دهڪين ٿو
مون سان ڳُوءِ ڪلاڪن جي ۾
تون ٻهڪين ٿو
منهنجي ڪؤتا تين ٿو.
توڙي عمر سڄي مان ڳايان
مان تنهنجو احسان چُڪايان
ممڪن ناهي:
پر هِي چاهي!
تنهنجو نانءُ وٺن ٿا ماڻهو
توکان وَنءُ وڃان ٿو آئون
توکي ڪونہ مڃان ٿو آئون
توکي مٽيءَ جي ماڌوءَ جئن
ٻيهِي روز پڄان ٿو آئون!
تون ماڻهوءَ جي مُنهن تي چوڙائن
نانگ جيان لهرائين ٻينو؟
ڇو تون مون کي ڪائين ٻينو؟
تون جو سارو سپنو آهين
ساپيا جي اڱرن تي مون کي
نِتُ نئون نڙڪائين ٻينو!
ڇا مان ڪو ديوانو آهيان
ڇو مون کي پسرائين ٻينو؟
يا... مون کي ڪجهہ ٿي تہ نہ پيو
منهنجو من نڙڪي تہ نہ پيو آ.

◆◆

هِيَ ننڊَ بہ امرت وانگر آ!
اڄ رات، وڇوڙيل وھہ جهڙا
پل پهر نہ آهن پيالن ۾،
اڄ منهنجا نيڻَ اُجالن ۾
هن ڌرتيءَ جي انڌريان مان
واجهائن ٿا،
ءِ توکي ويجهو پائن ٿا:
هيءَ ڌرتي ڪيڏي ڪاري آ!
انڌياري آ!
ءِ تنهنجن منهنجن هردَن جي
ڦولن تي ڪيڏو ڀاري آ!
هن ڌرتيءَ تي
توکي مون کي کِلڻو ناهي
ڏينهن ڏٺي جو ملڻو ناهي:
لنگهہَ لَڪن ۾ سوڙها آهن،
ڳوڙها آهن
ماڪَ ڦُٽَن ۾ باک ڦٽيءَ جا
تن سان تون مُنهن ڌوئين ڇو ٿي؟
روئين ڇو ٿي؟
دور سَهِي، پر ويجهو آهين
منهنجي سپنن ۾ تون سَرتي!
هيءَ ڪاري، انڌياري ڌرتي
سَپنن جي بي انت نگر تي
اُن جو ڪوئي وَسُ نہ آهي،
آءُ، ستارن تان سپنن ۾
آءُ، هلي آ —

••

شهر سيلاب ۾
دور لڙهندو ويو تي جڏهن خواب ۾
ڪشتيءَ نوح جِئن۔
تو ڏٺو چؤطرف رات ڪنهن روح جئن.
سوچيو مون تڏهن
(تو منهوڙو ڏسي لُڙڪ لاڙيا جڏهن)
بمبئيءَ چو وَئين؟
تون ڪراچي هُئين، تون ڪراچي هئين!'

••

## امير خسروءَ جي مزار تي

مون لاءِ اڃان
ديوار رڳو آئينو آ،
تو اڄُ بہ اُن ۾ چنڊ ڏسان
جو اُڀري آيو آهہ مٿان
خسروءَ جي دَرخشان مرقد تي۔
۽ ’گيتا‘ ڪيڏي پيار منجهان
هڪ شمع جلائي آ تو مان
جا روشنيون ڦهلائي ٿي
خُسروءَ تي نور وسائي ٿي.

ديوار رڳو آئينو آ
جنهن مستقبل جي ڏِيک ڏنِي
مان سوچيان ٿو ڪجهہ دور ڏسِي
جي منهنجي شمع وسامِي ٿِي،
هي چنڊ سدائين رهڻو آ
خسروءَ جي مرقد تي؛
هي چنڊ نہ بينو آهِ ڪٿي
ڪِهڙيءَ بہ سرحد تي.

♦♦

## اَڳڪٿي

ڏسان تو چا چا؟
چڙهُ اُڏري شاهينَ جا
پون ٿا پاچا!

ڏسان تو چا چا؟
اُتر کان ايندا ڪڏهن
نُقرا گهوڙا چا؟

ڏسان تو چاچا؟
توتي رَتِي باک ڪا
اُڀري ٿي ڪاچا۔

ڏسان تو چا چا؟
هو جي منهنجا سپرين
وري ايندا چا؟

♦♦

لوهي دروازي تي تالو
ڇا اِئن ڪُلٽو ناهي؟
جيلَرُ اِئن تہ نہ ميٽو آهي!

هي تالو جو آهِ نرالو
جڻ جِيلَرُ جي ڪوپَر وانگر
سڀ کي گڏجي پيٽو آهي.

هر جيلِي جڻ روز پُڇي ٿو
ڇو هِي دروازي تي تالو
اڃان لڳو پيو آهي؟
اڃان لڳو پيو آهي؟

••

## فلسطين جو گيت

جلاوطن يارو
اوهان ٻنان ڪو نانهه اوهان جو نيتارو!
سِڄُ سدائين اُپريو آهي اوپارو
غلط اٿوَ چارو
ويچو نہ لهوارو!
جلاوطن يارو!
جيتَ نہ آ ڏارو

هار سدائين ڪُوڙَ جي آهي
سوڀ سدائين سَچَ جي آهي.
ڪوڙ جي مُنهن ۾ ڏوڙ وجهو اڄ
سچ جو بالا بولُ ڪيو اڄ
ها اهڙو ماحولُ ڪيو اڄ
جو اُڀري نعرو:
'پنهنجو ديس اسان کي هاڻي
'بيهر حاصل ڪرڻو آهي
'پنهنجن بندوقن کي تاڻي
'هر دشمن کي موتِ اُماڻي،
'پنهنجو ديس اسان کي هاڻي
'بيهر حاصل ڪرڻو آهي."_

نعرو ڪو هٿيار نہ آهي
پوءِ بہ اُن سان ڪائي ٽُنهنجي
دل کي جڙ تسڪين ملي ٿي.
زندان جون ديوارون تولئہ
روز اڳي کان اوچيون, ليڪن
نعري لئہ ديوار نہ آهي;
روز ٽپي ديوار وڃي ٿو
جڙ تہ پراهين پار وڃي ٿو;
ها, پر هاڻي تنهنجا نعرا
توکان پهريدارَ کَسِن ٿا
توکي گونگو گُسُ ڏَسِن ٿا;-

سيئي هاڻي اِئن سوچن ٿا,
’نعري مان ڇا ملڻو آهي؟
’نعرو ڪائي گولي ناهي,
’ها دشمن تي وارَ تہ آهي,
’نعرو پر هٿيارُ نہ آهي
’اُن جي چيڙ تي اَڄُ ڪوئي
’آزاديءَ جو پارُ نہ آهي“

ساري ديس ڇَڏي سڀ نعرا
چُپِ, چَپن تي لاتي آهي
اندر جهاتي پاتي آهي-

••

هي سنڌوءَ جي ڇَر ۾ تنهنجو
لاش پيو آ ـ
عطر عَنبير جي اُن ۾ ڪائي
اَڄُ بہ خوشبو آهي،
تنهنجي موت حياتيءَ ۾ جڻ
ساڳو جادو آهي!
باقي تنهنجي ساري سَئنا
اُڌري وَئي آ
جڻ پيجري مان ڪائي مئنا
اُڌري وئي آ!

آءُ پُڇان ٿو هي توکان، "ڇا
'اڄُ بہ تنهنجا نيڻ ڏسن ٿا
'تلوارن جا تيج هوا ۾؟
'بيهر رُت جا ريج هوا ۾؟
'هُرندڙ ڪائي هيج هوا ۾؟
'يا تون منهنجي نظم لکڻ لئہ
'ماريو ويو هُئين؟"

◆◆

هي جو انڌياري ڌرتيءَ تي راڄُ ڪري ٿو
ماٺهو ننڊا ڪن ٿا، هُو جنهن وقت مري ٿو،
سِڄُ اُڀري ٿو هُن جا سڀُ ڪرتوُت ڏسن ٿا
هُن جي پُر پُر مٽيءَ ۾ سؤ پوُت ڏسن ٿا،
ءِ هو پاڻ مِٽيءَ سان مٽي ٿو ويو آهي،
ڪِئن چئجي ڪنهن وقت هتي هو جي ويو آهي!
جيڪو هُن ڪان پوءِ اچي اَيمانُ چڪي ٿو
ڪونہ لهي ٿو ڪُرسيءَ تي جي پير رکي ٿو
اِئن سمجهي ٿو "حال تہ مون کي مرڻو ناهي
'ڦهڪو ڪائي پِيٽِ مٽيءَ جو پرڻو ناهي،
'مون ڪان اڳ ۾ جي آيا تن وانگر مون کي
'مرڻو ناهي، مرڻو ناهي، مرڻو ناهي!"

••

آزادي لاءِ روز مرن ٿا
ماڻهوئڙا.

ايشيا يا آفريڪا آهي
لاطيني آمريڪا آهي،
مرندي تائين ڪونہ ڊرن ٿا،
ماڻهوئڙا.

آخر هي آزاد تہ ٿيندا
پر ڇا هي جلاد نہ ٿيندا؟
ڪَنڌَ اَڏيءَ تي روز ڏَرن ٿا،
ماڻهوئڙا.

ڪلهه جن آزادي تي چاهي
ناهن ٿا بئي ڪنهن لئي ڦاهي
فاتح ٿي جنهن وقت وَرن ٿا
ماٺهوئڙا.

واءِ! اُهائي ڪارِ ڪَرن ٿا
ماٺهوئڙا.
جنهن مان جِندُ ڇڏائڻ خاطر
روز مَرن ٿا
ماٺهوئڙا.

ويريءَ جا جنهن وقت اَڏيءَ تي
ڪنڌَ ڌَرن ٿا
ماٺهوئڙا.
واءِ, اُهائي ڪار ڪَرن ٿا
ماٺهوئڙا!
ماٺهوئڙا!
او ماٺهوئڙا!
او ماٺهوئڙا!

♦♦

راج ـ مهاجرُ ڪوئي ناهي، هر ڪو پاڻَ وڏو آ،
پر جنهن کي بندوق نہ آهي، سو جڻ مڙس ڄڏو آ.

هائو هيءَ مخلوقَ وڏي شيءِ آهي،
تنهن کان پوءِ بندوق وڏي شيءِ آهي.

بادل آيا، ڪيڏي اُڻ تُڻ آهي تاڙَن ۾!
مورَ اُڏاڻا، گونجي تي بندوق پهاڙن ۾.

ڪالهہ ڪوِيتا جي رس تي جي چارڻ ايندا ها
روز لُريءَ ۾ ڪوئي بارڻ بارَڻُ ايندا ها.

هاڻي هن بندوق جي تڙ تڙ اهڙي واڻي آ،
هر ڪو ڄاڻي تہ اُنهيءَ جي اَمر ڪهاڻي آ.

هائو هيءَ مخلوقَ وڏي شيءِ آهي،
تنهن کان پوءِ بندوق وڏي شيءِ آهي.

••

”جو چوين ٿو
سا حقيقت آهِ شاعر،
پر اهو ممڪن نہ آهي“
مان پُڇان ٿو
’ڪوڙ ڇو ممڪن لڳي ٿو؟
’سچُ ڇو ممڪن نہ آهي!
’جُهڙَ اندر جو سِڄُ آهي
’ٽورڙو روشن لڳي ٿو
’ڇو بنھ روشن نہ آهي!
’سچُ آخر سچُ آهي؟
’ڪُوڙ آخر ڪُوڙ آهي!
’ڪيستائين ڪونہ مڃندو
’سَچَ ۾ جو مَڄُ آهي؟
’جي پَتنگُ آهين تہ پيارا
’سَچَ تي قربان ٿِي وڃ!
’جو بِنھ مڃندو سُيانَ، تنهن
’مَچَ تي قربان ٿي وڃ!“

♦♦

موت مسئلو ناهي
مسئلو حياتي آ،
پُرسڪون ڪيڏي آ
دُور جا مماتي آ!
ڪيترا نہ ڏولاوا
مون هتي ڏٺا آهن،
زندگيءَ جا لمحا
پوءِ بہ يي مِنا آهن.

ڪنهن بہ ڪون جاتو آ
نيٺ انت ڇا آهي،
اختتام کان اڳتي
ڪاٻہ ابتدا آهي!

خون بها حياتيءَ جو
مون اڃان نہ پاتو آ
ڪيترو ڪڏهن ملندو؟
هي بہ ڪونہ ڄاتو آ.

مون ڪڏهن ڇني گل کي
پيٽيو نہ آ خود سان،
جا سڳنڌ آ مون ۾
ڏار نانهہ ٿاريءَ کان۔

سنڌ کان سوا منهنجي
شاعري اجائي آ،
ڪائنات جي خوشبو
سنڌ ۾ سمائي آ.



هي شاعر جي لهرائن ٿا
هي جيڪي آداب عرض ڪن،
جن کي ڪوبہ ضمير نہ آهي۔

سَچَ چوڻ کان ڪيٻائن ٿا
ڏاڍ ڏَمر کان گهبرائن ٿا،
بي درديءَ کان داد گهُرن ٿا
بي شرميءَ سان شرمائن ٿا،
ڪوڙُ ڪوڙُ تي جٺن ڪي ڪتّا
جِن جي چيلهہ يَڀجي پوندِي آ،
ڪنهن جي اوبر ڏانهن نهارِي،
رڙهندا آهن پيٽَ سهاري،
هي بہ ائين ئي واجهائن ٿا
پنهنجي جهولي ڦهلائن ٿا۔

هي شاعر جِي ڪانئر آهن
جن ٻوليءَ جي سگهہَ وِڪِي آ
جن کي ڪوبہ ضمير نہ آهي.

♦♦

پنهنجي جيئڙي يارو
انقلاب اچڻو آ؛

ڪا تہ جنگ ٿيڻي آ
ڪوڙ جي نقيبن سان؛
چڙهه وري گذرڻي آ
عمر تن عجيبن سان،

زندگي سچي پنهنجي
جن ڪڙين ۾ ڪاٽي آ،
جي سدا امر آهن
تن گهڙين ۾ ڪاٽي آ.

چُپ چَپ رهن ڪيسين
خامُشي عذاب آهي؛
موت کان بہ بدتر آ
زندگي عذاب آهي،

اِن عذابَ جو هاڻي
ڪو حساب اچڻو آ.
پنهنجي جيئڙي يارو
انقلاب اچڻو آ.

••

پنهنجي ناهہ پرائي آهي
پوءِ بہ تہ ڪنهن جي جائي آهي!

هيءَ جا تنهنجي ڏيءَ نہ آهي،
هيءَ جا تنهنجي ماءُ نہ آهي،
ڪنهن جي ڏيءَ تہ آهي
ڪنهن جي ماءُ تہ آهي!

اِن ۾ ڪائي ممتا آهي
تنهنجي ماءُ جيان؛
ان ۾ ڪائي ميٽا آهي
تنهنجي ڏيءَ جيان.

آدرياءَ ڪرين شل اِن جو
پنهنجي ماءُ ڏسي،
اُن جي سِر تي هَٿُ ڌرين شل
پنهنجي ڏيءَ ڏسي!

هيءَ جا توسان پيار ونڊِي ٿي
ڳنڍُ ڪلهي تي لاڙِي پنهنجو
هيءَ جا توتي ٻاٽ رکِي ٿي،

اهڙو ئي انسان تہ آهي-
رَتُ ماس جو ساڳو پتلو

جهڙي تنهنجي ماءُ هجي،
جهڙي تنهنجي ڏيءَ هجي!

◆◆

حڪمرانَ کي ڪونہ مڃون ٿا
پوءِ بہ اسان محڪوم تہ آهيون؛
ظالم لاءِ تہ نفرت آهي
پوءِ بہ اسان مظلوم تہ آهيون!
ڄاڻ جو ناڪاري پاسو
سو بہ ضروري آهي ساٿي،
هاڪاري پڙڪ بنان پر
ڄاڻ نہ پوري آهي ساٿي!
اڄ ڪان اڳتي ڇا ڪرڻو آ؟
اڄ ڪان اڳتي ڇا ٿيڻو آ؟
(اڳ تہ اسين نادان هياسين
هاڻي توکي ڇا ڏيڻو آ؟)
سڄُ لهي تو ڪارونجهر تي
پوپان مورَ ٿهوڪا ڪن ٿا؛
ڪيڏي ڪاري رات لٿي آ؟
پاڇا ڇا ڇا ڏيک ڏين ٿا!
اهڙي گهِري انڌياري ۾
تون ڪو چنڊُ اُڀاري سگهندين؟
سيءُ لٿو آ، لڱ ڏڪن ٿا
تون ڪو ٻارڻ ٻارِي سگهندين؟
تون جو اڄ اڳواڻ ٻڻيو آن
سارو ڪوڙُ مٽائي سگهندين؟
جا ڌرتي تو ڪالهہ وڃائي،
سا ڌرتي اڄ پائي سگهندين؟
♦♦

تنهنجون ڳهليون ڳالهيون ڇڻ ڪي
ڪِڪيءَ ڪاريون آهن؛
چِبَ پَٽِي چرڙاٽ ڪري تي
اُبِ اُڏاريون آهن؛
آءُ اِنهيءَ لئہ چُپِ ۾ آهيان
توکي رَدُ ڏيڻ جي چاهيان
شبد ڪوش ۾ ٻولَ نہ آهن
ڪچيون گاريون آهن!

ڪنهن تي سوچان؟ ڇا تي سوچان؟
جيڪي آهہ رَدي آهي؛
تو وٽ جيڪا نيڪي آهي،
منهنجي لاءِ بَدي آهي؛
توکي ٿو جنهن وقت ٻُڌان مان
هڪڙي ڳالهہ پڇڻ ٿو چاهيان،
ڪهڙيءَ دنيا ۾ گهاريون ٿا
ڪهڙي هيءَ صدي آهي؟
ڪهڙي هيءَ صدي آهي؟
ڪهڙي هيءَ صدي آهي؟

••

ڪي ماڻهو تاريخ ٽين ٽا
گهايل ڌرتيءَ جي سيني جي
اهڙي گهَري چيخ ٽين ٽا،
جا هر ڪنهن کي جاڳائي ٿي،
جا دنيا کي بدلائي ٿي.

هاڻي سِيرَ بهانِي نڪرِي
ڪاسترو جي ڪيوبا يانڪِي*
ڪيڏي هيت ساڻُ ڏسن ٽا!
ڪيڏيءَ حسرت ساڻُ ڏسن ٽا!



---

* فدل ڪاسترو - ڪيوبا انقلابي مُنهندار
يانڪي - آمريڪي

ڪالهه جڏهن مون وارياسي ۾
ٻاگهيون، ٻمر، ٻگنڊير ڏٺيِ،
سج جي پاڇي ڏانهن ڏٺو
سونَ وَنِي ساواڻ هئي
مُنهن ڦيري جيڏانهن ڏٺو.

تيسين ٿي تيڏانهن ڏٺو
سارو سج ٻڏي ويو جيسين
حسرت سان ڪنهن وقت فلسطين،
جئن ياسَر عرفات ڏٺي،
چَپَ اِئين پيڪوڙي پنهنجا
سارا رتوّ رتُ لڳن!

♦♦

باک ڦٽيءَ جو روز ٻڌان ٿو
’وِڪٽر جارا‘ کي.*
هي جو چِلّيءَ جو راڳي آ
منهنجي پيءُ جيان آ،
اُن جي دُکياري ڌرتي جڻ
منهنجي ماءُ جيان آ.

سڀ انسان ٻڌا پيا آهن
ڏُک جي ڪنهن رشتي ۾،
اهڙي ڳوڙهي ڳنڍ نہ آهي
سُک جي ڪنهن رشتي ۾.

هن جي ٻولي آءٌ نہ ڄاڻان،
توڙي اُن جو دردُ سڃاڻان.

منهنجا گيت سَمايل آهن
جڻ هُن جي ٻوليءَ ۾،
ڪيئي گهاوَ لڪايل آهن
جڻ هُن جي ٻوليءَ ۾.

سِڄُ گلي ۾ آهي هن کي،
ٻول نہ، شعلا آهن،
مون کي شڪ نہ آ، هي منهنجن
گيتن جهڙا آهن.



* وڪٽر جارا (Victor Jara) ـــ هسپانوي ٻوليءَ جو راڳي شاعر. جو چِلّيءَ جو رهاڪو آهي.

## اورنگيءَ ۾ فساد

اورنگيءَ جي چؤراهي تي
دور جلايل بس جو دونهون
جنهن ۾ ڪجهه للڪارا آهن ـ
آسمانَ ۾ تارا آهن
جن جي ٿم ٿم لالَ لهوءَ ۾
ڌرتيءَ تي ڏيڪاري ڏي ٿي ـ
ڪنهن جو لال لهو آهي هي؟
ڪالهه اِنهيءَ ٻاڪا جا رستا
ڪنهن معنيٰ جي لاءِ رڱيا ها ـ
معنيٰ، جا بي معنيٰ نڪتي،
۽ جنهن تي تاريخ جا طعنا
اڄ بندوقن جي ٻوليءَ ۾
(ٻولي جيڪا اُردو ناهي)
زور زور سان گونجن ٿا.

••

## اپريل 1985ع

ڪنهن جو خون وهيو ٿوڙيءَ ۾
او ڏاڏا؟
توکي ڪيئي سال مُئي ٿيا
روُمَ روُمَ مان تنهنجي نڪتا
جيڪي ڪِيڙا
سي بہ مٽيءَ سان مِٽي ٿي ويا ـ
ڪالهہ مگر تو ٿوڙيءَ ۾
لڳ ڀڳ ساڳيءَورديءَ ۾
ساڳي هولي کيڏي!
توکي عمر ملي جو ايڏي
او ڏاڏا!

مون تہ ٻُڌو هو
”ظلم سدائين قائم آهي
ظالم قائم دائم ناهي“
ها، پر ظالم!
عمر درازيءَ ۾ تون سڀ کي
مات ڏئي ويو آهين!

••

ٽرڊ ڪلاس جي گاڏِي ۾ هُوءَ
ڇاتيءَ تان ڪجهه انگي ريڙهِي
ٻار کي ٻُڌو ڏئِي ٿِي۔
”ڏِڪ ڏِڪ هاٿي، ڏِڪ ڏِڪ هاٿي“
گاڏي جڻ تہ چوي ٿي؛
آڏيءَ اکِ ڏسي ٿي
هن جي پيءُ کان پوڙهو ماڻهو
مُڇون ڪوڙيل
پر ڏاڙهيءَ سان نوڙهو ماڻهو
جڻ نظرن جي آڱرين سان
هن جي ڇاتيءَ جي ڏانڊيءَ تان
گُلَ چِني ٿو.

••

نظريا جن کي نظر ڪائي نہ آهي
جي نِپٽ نابين آهن،
توکان تنهنجو خون چاهن،
۽ ڏئِين تون!
سرخرو پنهنجي چريائيءَ تي ٿِئين تون!
اوءِ مجنون!
تنهنجي ليليٰ قحبہ آهي!
قحبہ آهي!
قحبہ آهي!

••

ٻيرو
ڳاڙها،
۽ ڳرُ وارا
لفظ اُنهن جي
پيشانيءَ تي
گهُنج نہ آهن:
منهنجي ڪوتا
تن ڪي امرتا
آڇي آهي،
اِندر ڏنش جئن
ڪوملتا جا
اَنت سَمِي تائين هلٽي آ.

••

هي ڏيکارا
رنگارنگ گُلن جا ٻارا
جن تي موت جا پاڇا آهن!
ديوارن ۾ دهڪا آهن،
لوڪ ٻڌن ٿا
وِکَ وِکَ تي سَهڪا آهن،
ٽئنڪ اچن ٿا
گولن جا گرڙاٽ اَڙي ڙي!
ماٺهوئڙن جا
رستن تي رانياٽ اَڙي ڙي!
پڳ پڳ لاشا
تن جا لاڙيل ڳاٽ اَڙي ڙي!
ءِ پوءِ ماٺ جُڳن جي آهي...
هاڻ اُڃنگارن ۾ ڇاهي؟
ديسُ اُها گاڏي آ جنهن جو
ڦيٿو ڦِيٿو ڏار پيو آ.

♦♦

ماڻهو سڀ هڪجهڙا آهن.
هر ماڻهوءَ کي بُکَ لڳي ٿي،
هر ماڻهوءَ کي اُڃَ لڳي ٿي،
پيار ٻنان ڇڙ هر ماڻهوءَ کي
ساري دنيا سُڃَ لڳي ٿي؛

توڙي تن جي قوم الڳ آ
توڙي تن جو رنگُ الڳ آ
توڙي تن جا ٻولَ نہ ساڳا
توڙي سُرَ جو سنگُ الڳ آ
ماڻهو سڀ هڪجهڙا آهن.

هيءَ ٻہ حقيقت آهي ليڪن
ڪي ماڻهوءَ جو روپ رکن ٿا
سچ تہ شڪاري ڪتا آهن
ڪارا توڙي اَڇّا، تن کي
هڪجهڙا ڪاٽينا آهن؛

اڇا ڪتا ڪارا ڪتا
آپــي شاهــيءَ وارا ڪتــا
فــوجــيورديءَ وارا ڪتــا،
ســارا پُــونــجــيءَ وارا ڪتا،
ها، ها سڀ هڪجهڙا آهن.

◆◆

## دهشت پسند جو موت

پنهنجي ڪلاشنڪوف کي
۽ ايذي ساري خوف کي
ويڙهي، مٿي هيٺان رکي
هُو آ سُتو.
چُپ چاپ پيرِي ٽا اچن
وَردين سان ويرِي ٽا اچن
ڏرتي سُنگهِي ٿو موت جو
ڪارو ڪُتو۔
گولي چُٽي گرَڙاٽ سان،
لُنءَ لُنءَ والارِي لاٽ سان،
شعلو هوا مان اوچتو
هُن ۾ ڪُتو۔
هُن موت کان معنيٰ مڱي
آ رتُ جي رُومي چڱي،
ڳوڙها نه ڪجهه ناهن، رڳو
پاڻي ٽُتو۔

••

اڄ تن جي بندوقن مان
ڪيئي ڪِرڻ ڪڪوريا آهن
ڪيئي ڪنڊا موريا آهن
لفظ صفحن تان موڙَ مُڪَٽ تي
مٽن مٽان مَڏُ ماتا آهن،
لال لهوءَ ۾ لوڙيل گهوٽن
چا چا سهرا پاتا آهن!

چوڏاري جهرجهنگ، ٻُرن تا
ڇَنگ ڇپن جو چوريا آهن؛
موت اَمڙ جي لوليءَ وانگر
ڪنهن ٻاجهاري ٻوليءَ وانگر،
ننڊ هندوري وانگر تن جي
ديس مٽان جي گهوريا آهن.
ڪيڏا سپنا نڪتا آهن
اڄ توڙيل صندوقن مان!

••

هي وڻ، جو ڪجھ نوڙي پيو آ
ملھ وڙهي جڙ واچوڙي سان
ٽڪجي پيو آ –
سِڄُ اُنهيءَ کي اڄ ڄُنڊن کان
جڙ تہ ڇڪي ٿو
جڙ تہ چوي ٿو
”تياري ڪر طوفان اچي ٿو
’ڪو اؤکو امڪان اچي ٿو.“

••

وَڻُ بہ ساڳو واسُ بہ ساڳو
مَنُ بہ ساڳو ماسُ بہ ساڳو
ڌرتي ۽ آڪاشُ بہ ساڳو
۽ ارتو اَتهاسُ بہ ساڳو
پنهنجو جيءَ جياپو ساڳو
پنهنجو ناسُ وِناس بہ ساڳو

هڪبئي کي ڇا لاءِ مِٽايون؟
هڪبئي سان گڏ ڇو نہ جيون ٿا؟
هڪبئي جو هَٿُ ڇو نہ وٺون ٿا؟
هڪبئي کي سَڏُ ڇو نہ ڏيون ٿا؟
ٻوَ ساگر جا ٻولَ ڏسي ٻي
هڪبئي جو مَڏُ ڇو نہ ٿيون ٿا؟

هڪبئي سان گڏُ ڇو نہ جيون ٿا؟
هڪبئي جو سَڏُ ڇو نہ ڏِيون ٿا؟
هڪبئي جو مَڏُ ڇو نہ ٿيون ٿا؟

◆◆

## فاشي فوج جي شڪست

هُو اُباڻيل ۽ اَبالا ٿا اچن
لڙڪڙائيندا اچن ٿا
ٿيڙَ کائيندا اچن ٿا
راهہ تي ڪيڏا رِسالا ٿا اچن!

ڪيتري آڪڙ ڪندا ها!
ڪيتري بڙ بڙ ڪندا ها!
موڪائيءَ جا نِوالا ٿا اچن؛

ڇا سپاٽي هارَ پنهنجي
ياد رکندا مارَ پنهنجي؟
ڪيترو مايوس سالا ٿا اچن!

••

عمر گذري وئي،
ڏُکَ هن ديس جا
اڄ ٻہ ساڳا هئا
جي هئا مون ڏٺا
سال چاليهہ اڳ
ٽيهہ يا ويهہ اڳ،
ڪوبہ ڦيرو نہ آ
ديس جي دانهن ۾!

امن جي فاختہ
پَرشڪستہ اُڏِي
جڻ سگهِي ڪانہ ٿي؛
اڄ ٻہ ساڳا جهَنڊا
ٿا هوا ۾ جهُلن،
اڄ ٻہ ساڳا ڳنڊا
راهہ ۾ ٿا چُڀن؛

اڄ ٻہ ديوار آهي، اڳي ڪان وڏي
ڪانہ آهي سگهيو ڪوبہ جيڪا ٽپي؛
اجنبِي، اجنبي آدمي ٿا ملن
اجنبي گهُور سان راهہ تي ٿا ڪِلن!

ماڻهپو ڪونہ آ،
ماڻهپي جو ذُڪر
هيئَن هن ديس ۾
اڳ پيو ڪونہ آ!

••

انقلابي اُٺو!
اج تہ هن ديس جو
سڏ ورنائيو!
سڏ تي آءُ ڪيسين اڪيلو وجان؟
گڏُ ورنائيو!
گڏُ ورنائيو!
سَڏُ ورنائيو!
سَڏُ ورنائيو!

♦♦

جيءَ جي جلاوطني
ڪيتري بُري آهي!
جڏهن ته ڪا ڇُري آهي
اِندريون وڃي ٿي ڄاڻ،
ديس منجهہ هوندي جڏهن
ديس مان ڳڏي ٿي ڄاڻ.

جيءَ جي جلاوطني
پاڻ ڪنهن گهُري آهي!
ڇا ڪري اگر ماڻهو
ديسَ ۾ وِديسي آ!
وَسُ اِنَ تي ڪهڙو
ڳالهہ ئي تہ اهڙي آ!
ڪيترو ڪُرِي آهي!

جيءَ جي جلاوطني
ڪيتري بُري آهي!

••

هو سڀ آڌيءَ رات اَچن ٿا،
مُگرمانَ تي ناچُ نَچن ٿا.

مُگر مانَ جي چَمڙي هينان
تن جون ڪيئي پيڙهيون آهن،
هڪبئي پويان سيڙهيون آهن
تن تي گڏجي هيٺ لهن ٿا،
دودي تائين، ٻاگهيءَ تائين—
ڳُنڊَ ڳُنڊَ ۾ ديِپَ جَلن ٿا،
مُگرمانَ تي ناچُ نَچن ٿا.

جيڪي ڪالهه انهيءَ ڌرتيءَ تي
ماريا ويا ها، سي ٻه اُٿن ٿا،
۽ پوءِ پنهنجي پيرَن هينان
لاشُ چنيسرَ جو چيپياتي
ڇاتي ڪولي، اوچي ڳاٽي
ڏاڪولن سان نڪ نڪ ڪن ٿا
مُگرمانَ تي ناچُ نَچن ٿا.

••

رات جي سياهيءَ ۾
روشنيءَ جي جهرمر آ؛

ڪيترا نوان ماڻهو
سَڄَ ڏي وڌن ٿا پيا
جڙ پتنگ آهن جي
مَڄَ ڏي وڌن ٿا پيا؛

ڪُوڙ جا نوان حَربا
ڪم نہ ٿا اَچن هاڻي
ڪوڙ سان نوان شعلا
ڪونہ ٿا مَچن هاڻي؛

ڪوڙ جا حواري سڀ
روز و شب بَڪن ٿا پيا
آدمِي انهن ڪان پَر
ڪونہ اڄ ڏَڪن ٿا پيا؛

تون اڪيلڙي اي دل
ڪيترو وِڙهي آهين!
راهه تي اڳي ڪان تون
ڪيترو رِڙهي آهين؟

پيا ٻه ٽا وڏن هاٽي
ڪيترا قدم اي دل!
واءَ ۾ پيا ٿڙڪن
ڪيترا عَلم اي دل!

وِڪَ وِڪَ ۾ تن سان
جيڪڏهن هلي هلندينءَ،
منزلون وڏي ملنديون
تون جڏهن هلي هلندينءَ.



گيت ٻہ چرڻ گوريلا آهن،
جي ويريءَ تي وارَ ڪرن ٿا.

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾
هُو ٻوليءَ جي آڙَ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا
موٽي منجهہ پهاڙَ ڇُپن ٿا؛

ڪيڏي تِرڇي تاڙ رکن ٿا
اُتر اُپري لاڙَ ڇُپن ٿا؛
سانوڻ سَنگِ وسن ٿا ڏاڍو
بادل تي آڪاڙَ ڇُپن ٿا.

ڪالهہ هُيا جي سُرخ گُلن جئن
اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيت ٻہ چرڻ گوريلا آهن
جي ويريءَ تي وارَ ڪرن ٿا.

♦♦

جوت ٻرندي رهي
رات ترندي رهي...
باکَ جي ساکَ مان اج ڏَئي ٿو ويچان!

اج چئي ٿو ويچان
”سِجّ لالاڻ سان
’مڌَ ريٽي جيان
’نيٺ سنڌوءَ مٿان
اڀرندو ساٿيو!“ مان چئي ٿو ويچان،
باکَ جي ساکَ مان اج ڏَئي ٿو ويچان.

هانءُ هاريو متان!
پيرُ اڳتي اچان...
نيرُ نيڻان اُگهو
پنڌ ويجهو پيو آ اُن باک جو
گيتَ منهنجي ڳئي
آهِ جا اڳڪتي
تنهن انوکيءَ صدا جي سچيءَ ساک جو.

••



جديد سنڌي شاعريءَ جو امام شيخ اياز 2 مارچ 1923ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. 28 ڊسمبر 1997ع ۾ 74 سالن جي ڄمار ۾ سنڌ جي راڄڌاني ڪراچيءَ ۾ اسان کي الوداع چيائين.

شيخ اياز جي لکڻ سان سنڌي شاعري گهر موڙي جاڳي پئي. هن شاعريءَ جي هر قديم ۽ جديد صنف کي نئون رنگ، روپ، ورن ۽ واس بخشيو ۽ ان ۾ ساهه وڌو. سندس لکڻين ۾ نثري ٽڪرا، آتم ڪٿا، ڪهاڻيون ۽ يادگيريون پڻ شامل آهن. سموري جديد شاعري اياز جي اثر کان آجي نه آهي. هن جي ٻن شعري مجموعن "ڀؤنر ڀري آڪاس" ۽ "ڪلهي پاتم ڪينرو" جڏهن ته هڪ نثر جي ڪتاب "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" تي مختلف حڪومتن بندشون وڌيون.

[redacted]

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پـاڻ هِڪَـٻِئي جـي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَــن پــاران ڪتــابن کــي ڊِجيٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڊِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)